# لطيفي معلومات



ترتيب: راز شاهاڻي

# لطيفي معلومات

سهيڙيندڙ:

راز شاهاڻي




سنڌ بڪ ڪلب

حيدرآباد - سنڌ

2002

**LATIFEE MAULOMAT**

Collection by:
Raz Shahani

Feburary 2002

**Pulished by:**
Ahmed Zia
Sindh Book Club
By Latter Contract:
P.O Box No. 129
G.P.O, Hyderabad, Sindh

**Composed by:**
Rano Meghwar
Soorij Computers
13- Madina Market
Khokhar Muhallah
Hyderabad, Sindh
Phone: 783498

**Printed by:**
Pakiza Printers
Lijpat Road
Hyderabad, Sindh

**Price: Rs 40/-**

**لطيفي معلومات**

سهيڙيندڙ:
راز شاهاڻي

فيبروري 2002ع

**پبلشر:**
احمد ضياءَ
سنڌ بڪ ڪلب
خط و ڪتابت:
پي. او باڪس نمبر 129
جي پي او، حيدرآباد، سنڌ

**ڪمپوزڊ باءِ:**
راڻو ميگھواڙ
سُورج ڪمپيوٽرز
13- مدينه مارڪيٽ
کوکر محلو
حيدرآباد - سنڌ
فون: 783498

**پرنٽر:**
پاڪيزه پرنٽرس
لجپت روڊ
حيدرآباد - سنڌ

قيمت: -/40 رپيا

## ارپنا

لطيف
سنڌ
سچ ۽ سونهن سان
پيار ڪندڙ جي نالي.

# پنھنجي پاران

شاھ سائين جي زندگي ۽ شاعريءَ تي ڪنهن بہ حوالي سان ڪم ڪرڻ سچ بہ تہ وڏو ڪم آهي. توڙي جو هن ڪم جي شروعات ڪان اڳ مون هن ننڍڙي ڪم کي عام نوعيت جو سمجهيو هو، پر جيئن جيئن شاھ سائين جي باري ۾ مختلف ڪتاب پڙهندو رهيس ۽ ڪم ٿورو ٿڪو اڳتي وڌندو رهيو تہ ان ڳالھ جو شدت سان احساس ٿيو تہ شايد مان هن ڪم جي بهتر مڪملتائي جو ساهس ساري نہ سگهان. چو تہ مون چاهيو پئي تہ گهٽ ۾ گهٽ هيءَ ننڍڙي چوپڙي مارڪيٽ ۾موجود باقين ڪان مختلف هُجي ۽ شاھ سائين جي باري ۾ منجهس اهڙي نئين معلومات ڏيان جيڪا اڳ ۾ گهٽ آيل هُجي پر جيئن تہ اهو سڄو جوکائتو ڪم هو. اُن سلسلي ۾ ڪجھ ناليوارن دانشورن ۽ محققن سان رابطا بہ ڪيم تہ جيئن ڪجھ مُنجهيل شين جي ڇنڊڇاڻ ٿي سگهي پر انهن وڏن ماڻهن وٽ ٽائيم نہ هوندو آهي ۽ آءٌ ننڍڙو ماڻهو اُن سڄي ڪم ڪان پنهنجو قد ننڍو پائيو چو تہ شاھ سائين جي ئي سٽ ۾

مڙيا مڇ مزار، پاڳا ٿيندئي سهٽي.

سياڻ ڪنهن ننڍڙي ڪمي ڪوتاهيءَ تي ڪو وڏو طوفان بہ کڙو ٿي پئي سگهيو. هونءَ بہ پاڻ اُن سماج ۽ ماحول ۾ رهون پيا جتي اسان جو هر ماڻهو خواھ اهو لکيل پڙهيل، سُڌريل، ليکڪ اديب هُجي اسان سڀ خود فريبن جي هڪڙن سلسلن ۾ ورتل ڏسجون ٿا. اسان ۾ اصلاح جي عادت ڪجھ گهٽ تنقيد ڪرڻ ۾ هرڪو هڪ ٻئي کان اڳ ڪڍڻ جي چڪر ۾ آهي.

بهرحال پنهنجي وت ۽ وس آهر شاھ سائين جي حالات زندگي ۽ شاعري بابت هي ڪجھ معلومات مختلف ڪتابن مان سهيڙي ڪتابي صورت ۾ آندي آهي. آءٌ ڪا بہ دعويٰ نٿو ڪريان هن ڪتاب ۾ موجود معلومات اوهان اڳ بہ مختلف ڪتابن يا رسالن ۾ ممڪن آهي تہ پڙهي هُجي پر مان اُن کي ترتيب ڏئي سادي سلوڻي ٻوليءَ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ جيئن هر پڙهندڙ خواھ اهو عام هجي يا خاص ان کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ دقت محسوس نہ ڪري.

**راز شاهاڻي**

حيدرآباد، سند

21-12-2001

آغا سليم

# شاھ لطيف پس منظر کان منظر تائين

1689

شاھ عبداللطيف ڀٽائي 1690ع مطابق 1102ھ ۾ موجوده حيدرآباد ضلعي جي ڳوٺ هالا ۾ پيدا ٿيو. سندس تعلق سنڌ جي هڪ خُدا رسيده سيد خاندان سان هو. سندس والد جو نالو سيد حبيب شاھ هو، جنهن جو شمار سنڌ جي بزرگ هستين ۾ ٿيندو هو.

شاھ عبداللطيف ڀٽائي جي وڏن جو تعلق هرات سان هو. اميرتيمور جي زماني ۾ مير علي نالي جو هڪ معزز سيد هرات ۾ رهندو هو. 1810ھ ۾ اميرتيمور هرات آيو تہ سيد مير عليءَ اميرتيمور جي خوب خاطر توازع ڪئي ۽ هڪ وڏي رقم نذراني طور ڪيس پيش ڪئي. اميرتيمور سيد مير علي جي ميزبانيءَ مان گھڻو متاثر ٿيو ۽ سيد مير علي ۽ اُن جي ٻن پٽن سيد ابوبڪر ۽ سيد حيدر شاھ کي پنهنجي پيروڪارن ۾ شامل ڪري پاڻ سان هندستان وٺي آيو. هندستان ۾ اميرتيمور مير علي جي فرزند ابوبڪر کي سنڌ ۾ سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪيو ۽ سيد علي مير ۽ حيدر شاھ کي پاڻ سان گڏ رکيو.

پر ڪجھہ عرصي کان پوءِ سيد حيدر شاھ پنهنجي والد ۽ اميرتيمور کان اجازت ورتي ۽ گھمندي ڦرندي سنڌ آيو ۽ هالا جي هڪ معزز زميندار شاھ محمد وٽ مهمان ٿيو.

شاھ محمد سندس شخصيت ۽ ڪردار کان ايترو متاثر ٿيو جو هُن پنهنجي ڌيءَ جي شادي سيد حيدر شاھ سان ڪري ڇڏي. شاھ محمد جي ڌيءَ جو نالو فاطمہ هو. چيو وڃي ٿو تہ سيد حيدر شاھ جي والده جو نالو بہ فاطمہ هو تنهنڪري سيد حيدر شاھ ان جو نالو سلطانہ رکيو.

شاديءَ کان پوءِ سيد حيدر شاھ ٽي چار سال هالا ۾ رهيو. ان دؤران سندس والد فوت ٿي ويو. والد جي وفات جو ٻڌندي ئي هو هرات وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. ان وقت سندس گھر واري اُميد سان هُئي ۽ پاڻ وڃڻ کان پهرين

وصيعت ڪئي تہ سندس غير موجودگيءَ ۾ جيڪڏهن پٽ پيدا ٿئي تہ ان جو نالو والد جي نالي جي نسبت سان مير علي ۽ جيڪڏهن ڌيءَ ڄمي تہ اُن جو نالو ان جي والده جي مناسبت سان فاطمہ رکيو وڃي.

حيدر شاھہ جي غير موجودگيءَ ۾ ان جي گهر پٽ پيدا ٿيو جنهن جو نالو سندس وصيعت موجب مير علي رکيو ويو. مير علي جي خاندان ۾ وڏيون وڏيون بزرگ هستيون پيدا ٿيون. شاھہ ڪريم بلڙيءَ وارو ۽ شاھہ عبداللطيف ڀٽائي مير عليءَ جي ئي خاندان ۾ پيدا ٿيا. ٻئي پنهنجي پنهنجي دؤر ۾ سنڌي زبان جا عظيم شاعر مڃيا ويا.

شاھہ عبداللطيف اڃان ننڍڙو ئي هو تہ سندس والد هالا مان لڏي ڪوٽڙي جي علائقي ۾ رهڻ لڳا. ڪوٽڙيءَ ۾ اُن کي آخوند نور محمد جي درسگاھہ ۾ موڪليو ويو. شاھہ عبداللطيف ڀٽائي جهڙي عظيم شاعر جو ظهور بذات خود هڪڙو معجزو آهي. پر ماڻهن جي عقيدت مندي، خلوص ۽ محبت وقت گذرڻ سان گڏ گڏ اهڙين هستين جي چوڌير تصوراتي ۽ معجزاتي ڪهاڻين جو ڄار پيدا ڪنديون آهي ۽ انهن سان ڪئين معجزا منسوب ڪيا وڃن ٿا.

شاھہ سائين جي ذات سان بہ ڪافي معجزا منسوب آهن. جهڙوڪر ان جي شاعري کي معجزو ثابت ڪرڻ جي لاءِ هيءَ روايت مشهور ڪئي وئي تہ شاھہ لطيف اڻ پڙهيل هُيو ۽ ڪنهن اڻ پڙهيل جو اهڙي شاعري ڪرڻ معجزو آهي. ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ شاھہ لطيف جي شاعري معجزو آهي پر هيءَ ڳالھہ صحيح ناهي تہ شاھہ لطيف اڻ پڙهيل هو. هو نہ صرف پڙهيل لکيل هو پر عربي ۽ فارسي جو عالم هو. چون ٿا تہ ڪلام پاڪ، مثنوي مولانا روم ۽ شاھہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام هر وقت پاڻ سان رکندو هو. جيڪڏهن اُها ڳالھہ مڃي وڃي تہ شاھہ لطيف اڻ پڙهيل هو تہ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ڪنهن اڻ پڙهيل کي ڪلام پاڪ ۽ مثنوي مولانا روم پاڻ سان رکڻ جي ڪهڙي ضرورت هُئي؟ ان کان سواءِ جنهن نموني هُن پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪلام پاڪ، عربي ۽ فارسيءَ جا لفظ ۽ محاورن جو استعمال ڪيو آهي، ان مان بہ ثابت ٿئي ٿو تہ شاھہ لطيف پڙهيل لکيل هو. جنهن زماني ۾ سيد حبيب شاھہ لڏي ڪوٽڙي ويا، ان زماني ۾ ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ مغل نواب مرزا

بيگ ارغون رهندو هو. مغل بيگ سيد حبيب شاهہ جي پرهيزگاري ۽ خوش اخلاقيءَ کان ايتري قدر متاثر ٿيو جو هو پنهنجي خاندان سميت ان جي مريديءَ ۾ شامل ٿي ويو. جڏهن بہ مغل بيگ جي گهر ۾ ڪو بيمار ٿيندو هو تہ هو پنهنجي مرشد سيد حبيب شاهہ کي دُعا لاءِ پنهنجي گهر وٺي ويندو هو. هڪ ڀيري هُن جي نوجوان ڌيءَ سعيده بيمار ٿي پئي. مغل بيگ حبيب شاهہ کي گُذارش ڪئي تہ هو سندس حويليءَ ۾ هلي اُن جي ڌيءَ کي دُعا ڪري. اتفاق سان اُن ڏينهن حبيب شاهہ جي طبيعت خراب هئي. هُن پنهنجي پٽ شاهہ لطيف کي دُعا جي لاءِ موڪليو. شاهہ لطيف مغل بيگ جي حويليءَ ۾ پهچي هُن جي ڌيءَ کي ڏٺو تہ هو هُن جي حُسن بي مثال کان متاثر ٿي ويو. هُن دُعا جي لاءِ مغل بيگ جي ڌيءَ جي آڱري پڪڙي ۽ دُعا ڏيندي چيو تہ "جنهن جو هٿ سيد پڪڙي ورتو هجي، ان کي ڪهڙو ڏک ۽ ڪهڙي بيماري؟"

شاهہ لطيف جي اُها ڳالهہ مغل بيگ کي ناگوار لڳي، اُن وقت تہ هو خاموش ٿي ويو پر بعد ۾ هن اهڙيون حالتون پيدا ڪري ڇڏيون جو سيد حبيب شاهہ کي وري لڏ پلاڻ ڪري هالا ۾ سڪونيت اختيار ڪرڻي پئجي وئي. ان احساساتي حادثي شاهہ لطيف جي سڄي زندگي کي بدلائي ڇڏيو. هُن جنهن حسن بي مثال کي ڏٺو ان کي پائڻ جي تڙپ ۽ بي تابي کان مجبور ٿي هُو جهنگ ۽ بيابانن ۾ رُلڻ لڳو. هڪ ڏينهن هو اوچتو گهران نڪتو ۽ جوڳي ٿي رڻ ۽ بيابان گهمندو رهيو، ٽن سالن تائين هُو گيڙو رتن جوڳين ۽ بي راڳين سان نگري نگري گهميو ۽ عام ماڻهن کي ويجهڙائي کان ڏٺو. انهن جي ڏکن ۽ محرومين کي محسوس ڪيو. هي دور ان جي زندگي جو اهو دؤر آهي جنهن ۾ محبوب کي پائڻ جي تڙپ ۽ نہ پائڻ جي بيوسيءَ هُن جي احساسن ۽ جمالياتي ذوق کي نکاريو ۽ ڏکن اُن جي اندر کي ڌوئي اُجرو ڪيو، بعد ۾ جڏهن هُن پٽ تي سڪونيت اختيار ڪئي تہ اُن دؤر جو سڄو تجربو، ڏک درد ۽ مجبوريون ان جي شاعريءَ ۾ سمائجي ويون. محبوب جو فراق، اُن کي پائڻ جي تڙپ ۽ دشت بيابان جي سفر جي صعوبتن کي هن سسئي جي داستان ۾ بيان ڪيو ۽ جنهن انگ ڀيوت جوڳين سان هو مختلف تيرٿن تي گهمندو رهيو، اُن جي لاءِ هُن سُر رامڪلي لکيو. ٽنُ سالن جي

دشت جي مسافري کان پوءِ نٽي آيو. جتي اُن جي ملاقات اُن دؤر جي وڏي عالم ۽ وحدت الوجودي صوفي مخدوم علامہ محمد معين سان ٿي. ان وقت شاھہ لطيف احساساتي طور وڪريل هو. مخدوم صاحب ان جي درد ۽ ڪرب کي محسوس ڪيو ۽ ان سان اهڙو ورتاءُ ڪيو جو شاھہ سائين رڻ پٽ جي مسافري ڇڏي پنهنجي والدين وٽ موٽي آيو. ان ئي ڏينهن ۾ دل ذات جي ڪجھہ ماڻهن ذاتي دشمنيءَ جي بنياد تي مرزا مغل بيگ ارغون جي حويلي تي حملو ڪيو ۽ ان جي خاندان جي سڀني مردن کي قتل ڪري سڄو سامان ۽ دولت لٽي ڪڻي ويا.

مرزا خاندان مان ڪجھہ عورتون ۽ هڪ ننڍي عمر جو ڇوڪرو بي يارو مددگار رهجي ويا. ان قتل و غارت ۽ ڦرلٽ سان مغل بيگ جي خاندان تي مصيبتن جا پهاڙ ٽٽي پيا. مرزا جي خاندان جي عورتن سوچيو تہ مصيبتون انهن تي اُن ڪري آيون جو مرزا پنهنجي مرشد سيد حبيب شاھہ کي ناراض ڪيو هو. اهي سيد حبيب شاھہ وٽ آيا، اُن کان معافي گهُري ۽ سرپرستيءَ ڪرڻ جي درخواست ڪئي ۽ مرزا مغل بيگ جي نياڻي سيده کي شاھہ لطيف جي نڪاح ۾ ڏيڻ جي ڳالھہ ڪئي. سيد حبيب شاھہ ان جي ڳالھہ مڃي ۽ سيده جو نڪاح پنهنجي پٽ شاھہ لطيف سان ڪرائي ڇڏيو. اهڙي ريت شاھہ لطيف پنهنجي دل جي اُها مراد پائي ورتي، جنهن جي خاطر هُو ٽن سالن تائين جهنگ ۽ بيابانن ۾ رلندو رهيو هو.

لاحاصل کي حاصل ڪرڻ جي تڙپ ۽ بي تابيءَ شاھہ لطيف جي جمالياتي ذوق کي نکاريو هو ۽ اُن کي احساساتي گهرايون بخشيون هيون. شاھہ سائين پنهنجي آئيڊيل کي پائڻ کان پوءِ پنهنجي پوئين ڪيفيت ڏانهن وري نہ سگهيو. لاحاصل کي حاصل ڪرڻ کان پوءِ واري ڪيفيت ان جي دل ۾ ڪنهن اهڙي حُسن ۽ اهڙي آئيڊيل کي پائڻ جي تڙپ پيدا ڪئي جيڪو انساني حُسن جيان ناپائيدار نہ هُيو ۽ پائڻ واري ۾ مڪمل سيرابيءَ جي ڪيفيت پيدا نہ ڪري سگهيو. مجازي حُسن هُن کي حقيقي حسن سان واقفڪار ڪرايو. شاھہ لطيف جي وڏيڪ شاعري لاحاصل کي حاصل ڪرڻ جي اُن ئي تڙپ ۽ بي تابي جي شاعري آهي.

واپس اچڻ کان پوءِ شاھہ لطيف ڪوٽڙيءَ کان پنج ڇھہ ڪوهن جي

مفاصلي تي پٽ کي چونديو ۽ ان تي رهڻ لڳو. اُن پٽ جي مناسبت سان ئي ان کي 'ڀٽائي' چيو وڃي ٿو.

زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ شاهه لطيف جي دل ۾ مقدس جاين جي زيارت جو شوق پيدا ٿيو. هو زيارت لاءِ گهر کان روانو ٿيو پر نه ڄاڻ ڇو واپس آيو ۽ عبادت ۽ رياضت ۾ وقت گذارڻ لڳو. وصال جو وقت ويجهو آيو ته هن پنهنجي درويشن، جيڪي هُن جي محفل ۾ ڳائيندا هئا، راڳ جي فرمائش ڪئي ۽ پاڻ چادر ويڙهي حجري ۾ مراقبي ۾ ويهي رهيو. ٽن ڏينهن تائين درويش راڳ ڳائيندا رهيا. ٽئين ڏينهن مريدن حجري ۾ وڃي ڏٺو ته اُن جو روح پنهنجي محبوب سان وڃي مليو هو.

محققن ان جي تاريخ وفات صفر 1165هه لکي آهي. ٺٽي جي مشهور عالم محمد پناهه رجاني سندس تاريخ وفات ڪڍي. اُن دؤر جي ڪلهوڙو حاڪم غلام شاهه 1167ع ۾ شاهه لطيف جي مزار تي مقبرو تعمير ڪرايو جيڪو سنڌي فن تعمير جو نادر نمونو آهي. هر وڏو شاعر پنهنجي دؤر جو شعور هوندو آهي. اُن جي شاعري پنهنجي دؤر جي سياسي، سماجي ۽ معاشي عملن جو ردعمل هوندي آهي. ان ڪري شاهه لطيف جي شاعريءَ کي سمجهڻ جي لاءِ سنڌ جي تاريخ، شاهه لطيف جي دؤر جي سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتن ۽ سنڌي لوڪ داستانن جي ڄاڻ نهايت ضروري آهي.

712ع ۾ عربن سنڌ کي فتح ڪيو. عربن جي فتح کان اڳ سنڌ تي راءِ گهراڻي جي حڪومت هئي جيڪي ٻُڌمت جا پيروڪار هئا. اروڙ (الور-الرو) ان جي گاديءَ جو هنڌ هُيو. ان جي سلطنت جون سرحدي حدون مارواڙ، گجرات، ڪشمير ۽ دريا هلمند تائين پکڙيل هُيون. راءِ گهراڻي جي دؤر ۾ سنڌ جي سرڪاري ٻولي پالي هُئي. پر عوام جي ٻولي پراڪرت هئي، راءِ گهراڻي جي آخري حڪمران راءِ سهاسين جي دؤر حڪومت ۾ان جي هڪ چالاڪ برهمڻ وزير چچ سين هُن کي قتل ڪري تخت تي قبضو ڪيو. چچ جي پيءُ سهائيج اروڙ جو پنڊت هو ۽ چچ سين کي چارئي ويد زباني ياد هُئا. چچ سين ڇاڪاڻ ته پنڊت هو ان ڪري راجپوت قبيلي ان کي پنهنجو حاڪم مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ گهڻن راجپوت قبيلن بغاوت

ڪري ڇڏي. چچ سين وڏو چالاڪ برهمڻ هيو ان ڪري هُن لالچ، دولت ۽ طاقت سان راجپوتن جي بغاوت تي قابو پائي ورتو. اندروني خانہ جنگيءَ کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ هُن پنهنجي سلطنت جي سرحدن کي مضبوط ڪيو. اُتر ۾ ڪشمير ۽ درياءَ هلمند جي سرحدن تي وڻ هڻائي پنهنجي سرحدن جي حدبندي ڪئي.

چچ جي پٽ ڏاهر سين جي دؤر حڪومت ۾ عربن سنڌ کي فتح ڪيو ۽ عرب ۽ سنڌي ثقافت جي ميلاپ سان هڪ نئين ثقافت جنم ورتو. عرب عالمن ڪلام پاڪ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ۽ گهڻن سنڌي عالمن علم حديث ۽ علم تفسير ۾ ڪمال حاصل ڪيو.

اسماعيلي سنڌ ۾ آيا. انهن سنڌي، سرائيڪي ۽ گجراتي ٻولين ۾ مذهبي گيت لکيا جن کي گنان چيو وڃي ٿو. عربن جي دؤر حڪومت ۾ هڪ مقامي قبيلو سومرو جيڪي اسماعيلي هُئا آهستي آهستي اقتدار ۾ اچڻ شروع ڪيو ۽ انهن ملتان تائين پنهنجي حڪومت قائم ڪري ورتي. سومرن جو دؤر سنڌي زبان جي واڌ ويجهہ جو دؤر آهي. سنڌ جي لوڪ داستانن عُمر مارئي، مومل راڻو، دودو چنيسر، موکي متارا، سومرن جي ئي دؤر جا داستان آهن. سنڌي زبان جي شاعرن کي پان ۽ چارڻ چيو وڃي ٿو. پهريون ڀيرو سنڌي شاعرن کي دربار ۾ رتبو مليو.

سومرن کان پوءِ سما خاندان جي حڪومت جو دؤر شروع ٿيو. سما بہ سومرن جيئن سنڌي راجپوت هئا. انهن جي دؤر حڪومت ۾ ٺٽو علم و ادب جو مرڪز بڻيو. هرات ۽ شيراز کان عالم، اديب ۽ شاعر هجرت ڪري ٺٽي ۾ سڪونيت اختيار پذير ٿيا. سما دؤر ۾ قاضي قادن جهڙو بلند پائي جهڙو شاعر پيدا ٿيو ۽ نوري ڄام تماچي ۽ ليلا چنيسر جهڙن داستانن جنم ورتو.

اڪبر جي دؤر حڪومت ۾ اڪبر جي سپهہ سالار، مرزا عبدالرحيم خان خانان سنڌ تي حملو ڪيو ۽ سنڌ کي مغلن جي تابع ڪري ڇڏيو. دهليءَ جي حڪومت ڪمزور ٿيڻ لڳي تہ سنڌ جو هڪ مقامي قبيلو ڪلهوڙا اقتدار ۾ اچڻ شروع ٿيا. ڪلهوڙن جي دؤر اقتدار ۾ نادر شاهہ ۽ احمد شاهہ ابدالي جي فوجن سنڌ کي لٽيو.

هي ئي اهو دؤر آهي جنهن ۾ شاھ لطيف جي ڪافين جي گونج ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. سماجي طور سنڌ جو معاشرو جاگيردارانو هُيو. سڄو معاشرو جاگيردار، زميندارن، مذهبي پيروڪارن، هارين ۽ مختلف طبقن جي ماڻهن ۾ ورهايل هُيو. حاڪم محصولن جي نالي تي عوام کان دولت وصول ڪندا هئا ۽ اُن دولت کي عوام جي ڀلائي ۽ فلاح بجاءِ پنهنجي ذاتي عيش و عشرت ۽ جاھ جلال تي خرچ ڪندا هئا. عوام وڏن وڏن محصولن جي بار هيٺان دٻيل هُيو. ٽيڪس جي شرح اُها هئي جو ڪڏهن ڪڏهن هارين کي پنهنجو سڄو فصل ان ۾ ڏيڻو پئجي ويندو هو. ان محصولن ۽ ٽيڪس کان بچڻ جي لاءِ گهڻائي سنڌي قبيلا زمينون ۽ گهر ڇڏي جبلن ۽ جهنگ ۾ وڃي لڪندا هئا جتان هو شهرن ۽ ڳوٺن تي حملو ڪندا هئا ۽ ڦرلٽ ڪري جهنگ ۽ ڀهاڙن تي هليا ويندا هئا.

ان ئي دؤر ۾ جهوڪ ۾ شاھ عنايت صوفي پيدا ٿيو جنهن هارين تان ٽيڪس معاف ڪرايو ائين هاري وڏن وڏن زميندارن ۽ جاگيردارن کي ڇڏي شاھ عنايت صوفيءَ وٽ اچڻ لڳا. سنڌ جي جاگيردارن ۽ زميندارن کي شاھ عنايت صوفيءَ جي اُن تحريڪ سان پنهنجو وجود خطري ۾ محسوس ٿيو. انهن دهليءَ جي درٻار ۾ شاھ عنايت خلاف درخواستون موڪليون. دهلي کان ٺٽي جو حاڪم اعظم خان ۽ ڪلهوڙا حاڪم کي حڪم ناما موڪليا ويا تہ شاھ عنايت جي فتني کي ختم ڪيو وڃي. شاھ عنايت صوفيءَ تي الزام هُيو تہ ان جا عقيدا شرع جي خلاف هئا.

دهلي درٻار کان حڪم ملندي ئي اعظم خان ۽ ڪلهوڙو حاڪم جهوڪ شريف تي فوج ڪشي ڪئي ۽ شاھ عنايت صوفي کي شهيد ڪيو. ان وقت شاھ سائين جي عمر 31 سال هُئي.

شاھ لطيف ان دؤر جي ظلمن خلاف اهڙي ريت احتجاج ڪيو جو هن پوري دؤر کي ٿڌي پٽ تي وجي سڪونيت اختيار ڪئي ۽ پنهنجي دؤر جي تاريخي، سماجي ۽ سياسي عنصرن جي حياتي ردعمل کي شاعريءَ جو روپ ڏيندو رهيو. شاھ لطيف جو هيءَ شعر ۽ اهڙي نموني جا ڪافي شعر شاھ عنايت صوفي جي شهادت جي سانحي جو ردعمل آهن.

**ملڪ سڄو منصور، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهين.**

شاهہ لطيف جي وفات کي ٽوڙي ڄواڄ ٽي سؤ سال کان وڌيڪ عرصو گذري چڪو آهي ۽ اڄ جي دؤر جو سياسي سماجي ۽ تاريخي منظرنامو بہ بدلجي چڪو آهي پر ان جي باوجود ان جي شاعري اڄ بہ اهڙي ئي طرح تازي آهي جيئن ان جي دؤر ۾ هئي. ان جي شاعريءَ ۾ نہ صرف ان جي بلڪ اڄ جي دؤر جو درد جهلڪندي نظر اچي ٿو. ائين لڳي ٿو شاهہ لطيف جي شاعري اڄ جي دؤر جي انسان جي اڌورن خوابن، آدرشن، محبتن ۽ اذيتن جي شاعري آهي ان ڪري آءٌ شاهہ لطيف کي پنهنجي ئي دؤر جو شاعر چوان ٿو جنهن قديم مثالن ۽ محاورن ۾ اسان جي دؤر جو درد بيان ڪيو آهي.

# لطيفي معلومات

**سوال:** حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿيا؟

**جواب:** ڀٽ شاهه ويجهو هالا حويليءَ ۾ 1102 هجري 90-1689ع تي.

**سوال:** شاهه سائين جي والد بزرگوار جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** شاهه حبيب رح.

**سوال:** شاهه صاحب سير و سفر لاءِ ڪل ڪيترو وقت ڳوٺ کان ٻاهر رهيا؟

**جواب:** ٽي سال.

**سوال:** شاهه صاحب پنهنجي وڏن مان هڪ بزرگ جي قبر مٿان مقبرو ٺهرايو سندس نالو ڇا هو؟

**جواب:** شاهه عبدالڪريم بلڙي وارو.

**سوال:** ڪهڙي رياست جي راڃا نغارن جي جوڙي شاهه سائين جي درگاهه لاءِ نذراني طور موڪلي؟

**جواب:** جيسلمير جي راڃا.

**سوال:** شاهه سائين ننڍپڻ ۾ ڪهڙي راند شوق سان کيڏندا هئا؟

**جواب:** گزڪمان.

**سوال:** شاهه سائين جي خاص خليفي تمر فقير تي تمر نالو ڪنهن رکيو؟

**جواب:** پاڻ شاهه عبداللطيف رح.

**سوال:** شاهه سائين جي پوڙهائپ واري زماني ۾ سنڌ جو حاڪم ڪير هو؟

**جواب:** ميان غلام شاهه ڪلهوڙو.

**سوال:** شاهه سائين جو ڪهڙو خليفو ذاڪر جي نالي سان مشهور ٿيو؟

**جواب:** محمد عالم ڏيرو.

**سوال:** شاهه صاحب جي وفات کان پوءِ سندس فقيرن ڪهڙي فقير کي سوا روپيو نذرانو ڏيڻ شروع ڪيو؟

**جواب:** محمد عالم ڏيرو کي.

**سوال:** شاهه سائين جي پيدائش وقت سندس ڪن ۾ ڪنهن آذان ڏني هئي؟

**جواب:** سندس والد بزرگ، شاهہ حبيب.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڏاڏي حيدر شاهہ جي شادي ڪهڙي قبيلي مان ٿيل هئي؟

**جواب:** هالا قبيلي مان.

**سوال:** شاهہ سائين پنهنجي جواني وارن ڏينهن ۾ اڪثر ڪهڙن علائقن جي سير تي ويندو هو؟

**جواب:** گنجو ٽڪر ۽ سنڌ جي ڪوهستاني علائقن جي سير تي.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڏاڏي سيد حيدر شاهہ جي والده جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** فاطمہ.

**سوال:** شاهہ سائين جي والذ شاهہ حبيب جي وفات جو سال ٻڌايو؟

**جواب:** 1742ع ۾.

**سوال:** شاهہ سائين جي جواني وارن ڏينهن ۾ سنڌ جو حاڪم ڪير هو؟

جواب: ميان نور محمد ڪلهوڙو.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڏاڏي عبدالڪريم بلڙي واري جي والد جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** سيد لعل محمد شاهہ.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڏاڏي شاهہ ڪريم جي والد جي مزار ڪٿي آهي؟

**جواب:** بدين ويجهو شهاب الدين ملتانيءَ جي قبرستان ۾.

**سوال:** شاهہ سائين کي ڪهڙي شهر سان خاص لڳاءُ هوندو هو.

**جواب:** بدين.

**سوال:** شاهہ سائين جي والده سڳوري ڪهڙي خاندان مان هُئي؟

**جواب:** مخدوم ڏياڻي خاندان مان.

**سوال:** شاهہ سائين جي وفات کان پوءِ سندس دنبورو ڦهرين ڪنهن استعمال ڪيو؟

**جواب:** تمير فقير.

**سوال:** ان هندو شاعر جو نالو ٻڌايو جنهن سان شاهہ سائين جي گهري دوستي هئي؟

**جواب:** مدن پڳت.

**سوال:** شاهہ لطيف جي ان فقير جو نالو ٻڌايو جنهن کي لطيف جي باغ جو

بُلبل سڏيو وڃي ٿو؟

**جواب:** ميان هاشم علي ريحاڻ پوٽو.

**سوال:** شاهه سائين جي جماعت جو خرچ هلائيندڙ فقير جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** فقير محمد عالم.

**سوال:** شاهه سائين جي گهوڙي جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** ڇڱل.

**سوال:** شاهه سائين جي اُن بزرگ دوست جو نالو ٻڌايو جنهن جو عرس 14 صفر تي ملهايو ويندو آهي؟

**جواب:** صوفي شاهه عنايت شهيد.

**سوال:** شاهه جي لکپڙهه ڪندڙ فقيرن جا نالا ڪهڙا هئا؟

**جواب:** مير هاشم علوي ۽ محمد رحيم فقير.

**سوال:** شاهه سائين جو والد شاهه سائين کي ڪهڙي بزرگ وٽ دعا لاءِ وٺي ويندو هو؟

**جواب:** مٽيارين جي سخي هاشم شاهه وٽ.

**سوال:** شاهه سائين جو ننڍ ڏاڏو شاهه ڪريم ڪٿي ڄائو هو؟

**جواب:** مٽياريءَ ۾.

**سوال:** شاهه سائين جي زندگيءَ جو آخري سفر ڪهڙو هو ۽ اهو هُن ڪڏهن ڪيو؟

**جواب:** علي بندر 1165ع ۾.

**سوال:** ڪهڙي بزرگ جي درگاهه تي شاهه سائين چلو ڪڍيو هو؟

**جواب:** حسن باغباني.

**سوال:** شاهه سائين جي ڏاڏي سيد عبدالقدوس شاهه کي ڪيترا فرزند هُئا؟

**جواب:** ٻه.

**سوال:** شاهه سائين جي والد شاهه حبيب جي ڏاڏي جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** سيد جمال شاهه.

**سوال:** احمد شاهه دراني جي هندستان تي حملي وقت شاهه سائين جي عمر ڪيتري هئي؟

**جواب:** 58 سال.

**سوال:** احمد شاھ ابدالي جي سنڌ تي حملي وقت شاھ جي عمر ڪيتري هئي؟

**جواب:** 56 سال.

**سوال:** شاھ سائين وٽ پالڻ لاءِ ڪهڙا جانورا هئا؟

**جواب:** هڪ اُٺ، ٻہ ڪُتا، هڪ گهوڙي.

**سوال:** اردو ۾ لکيل ڪتاب فڪر لطيف جو ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟ ٻڌايو تہ اهو ڪڏهن ڇپيو

**جواب:** ممتاز مرازا 1991ع.

**سوال:** ڪتاب شاھ لطيف جي شاعريءَ جو ليکڪ ڪير آهي؟

**جواب:** تنوير عباسي.

**سوال:** شاھ سائين جي همعصر مخدوم ميان محمد ڪوٽڙي ڪبير واري جي وفات جو سال ٻڌايو؟

**جواب:** 1131ھ.

**سوال:** شاھ سائين جي 207 عُرس مبارڪ جو افتتاح ڪنهن ڪيو؟

**جواب:** اُن وقت جي صدر فيلڊ مارشل ايوب خان.

**سوال:** شاھ سائين جي سورمي لاڪي ٿلاٽي جي قبر ڪٿي آهي؟

**جواب:** مهر جو ڏهر.

**سوال:** "ڪ" سان شروع ٿيندڙ شاھ سائين جا ڪيترا سُر آهن نالا ٻڌايو؟

**جواب:** ٻہ ڪاهوڙي ۽ ڪنيات.

**سوال:** ڪتاب "لطيف جو پيغام" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ميمڻ عبدالمجيد سنڌي.

**سوال:** شاھ سائين جو سر سامونڊي جي ڳائڻ جو وقت ڪهڙو آهي؟

**جواب:** آڌيءَ رات کان ڪجھ اڳ.

**سوال:** تند ڪٺارو ڪنڌ لفظ سان شاھ سائين جو ڪهڙو سُر ذهن تي اچي ٿو؟

**جواب:** سورٺ.

**سوال:** شاھ سائين جي شاعريءَ ۾ آيل نيڙ لفظ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** ننڍي نهر.

**سوال:** سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن پاران شاهه لطيف جو سال ملهايو ويو ٻڌايو ته اهو ڪهڙو سال هو؟

**جواب:** 1986ع

**سوال:** شاهه سائين جو رسالو ترتيب ڏيڻ ۾ ٻن گوين مدد ڪئي، انهن جا نالا ٻڌايو. ٻڌايو ته اهي ڪٿان جا هئا؟

**جواب:** هندستان جي اٽل ۽ چنچل.

**سوال:** سچل سائين جي ولادت وقت شاهه سائين جي عمر ڪيتري هئي؟

**جواب:** 50 سال.

**سوال:** شاهه سائين جي وفات وقت سچل سائين جي عمر ڪيتري هئي؟

**جواب:** 13 سال.

**سوال:** شاهه سائين جي رسالي کي ڪيترن ليکڪن ترتيب ڏنو آهي؟

**جواب:** 22 ليکڪن.

**سوال:** شاهه سائين جي خليفي عنايت فقير جي والد جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** پير محمد چوڌو.

**سوال:** ڪتاب "شاهه عبداللطيف دُنيا جو بي مثل شاعر" جو مصنف ڪير آهي؟

**جواب:** علامه آءِ آءِ قاضي.

**سوال:** شاهه سائين جي اُن عورت عقيدتمند جو نالو ٻڌايو جنهن کي شاهه سائين جو ڪلام گهڻو ياد هو؟

**جواب:** مائي مليائي نعمت.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي راجا ڇنيسر جو تختگاهه ڪهڙو هو؟

**جواب:** ديبل.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمين بابت لکيل ڪتاب "سنڌ جون ست آکاڻيون" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** پروفيسر رام پنجواڻي.

**سوال:** مرزا قليچ بيگ شاهه لطيف متعلق پنهنجي ڪتاب "لغات لطيفي" لکڻ لاءِ جنهن بزرگ کان مدد ورتي ان جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** حڪيم محمد واصل درس ٺٽوي.

**سوال:** شاهہ سائين رسالي ۾ آيل لفظ نياڻ جي معني ٻڌايو؟

**جواب:** حوض - واهہ.

**سوال:** شاهہ سائين ناڙي پکيءَ کي ڪهڙن نالن سان سڏيو آهي؟

**جواب:** سارنگ، چاتڪ، پاپيهو ۽ مينهن.

**سوال:** شاهہ سائين جي سورمي راڻي بابت ڄاڻ مومل کي ڪنهن ڏني؟

**جواب:** ناتر پانهيءَ.

**سوال:** شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ڪيل لفظ ڪُلال جي معني ڇا آهي؟

**جواب:** ڪنيار.

**سوال:** شاهہ سائين جي انهن فقيرن جا نالا ٻڌايو جن سان شاهہ سائين کي گهڻي محبت هئي؟

**جواب:** فقير اٽل ۽ چنچل دهلوي، عرس فقير، سيد نقي فقير سروڏي ۽ هاشم علي ريحان پوٽو.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڪهڙي سُر ۾ گهڻا داستان آهن؟

**جواب:** سُر حسيني.

**سوال:** ان بزرگ جو نالو ٻڌايو جنهن جي درگاهہ تي وڃي شاهہ سائين مٿيون پرڀندو هو؟

**جواب:** دڙيلو پرسان سيد سوڍل شاهہ جي مزار تي.

**سوال:** لفظ بسم الله شاهہ سائين ڪيترن سُرن ۾ بيان ڪيو آهي؟

**جواب:** ٻن سُرن ۾.

**سوال:** لندن جي عجائب گهر ۾ يادگار طور رکيل شاهہ جو رسالو ڪنهن جو لکيل آهي؟

**جواب:** ڊاڪٽر ٽرمپ جو.

**سوال:** ڪلياڻ بولچند آڏواڻي جو ترتيب ڏنل شاهہ جو رسالو ڪٿي ۽ ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** هندستان ڪتاب گهر بمبئي ۾ 1958ع. هن ڇاپي مان چونڊ ڪلام پارت مان 1941ع ۾ نڪتو ۽ جيڪو پوءِ مڪتبہ اسحاقيہ ڪراچيءَ مان 1976ع ۾ شايع ٿيو.

**سوال:** ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جي شاهه جي رسالي ۾ ڪُل ڪيترا سُر ڏنل آهن؟

**جواب:** فقط 22.

**سوال:** گنج جي عنوان سان ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي کي ترتيب ڪنهن ڏني ۽ اهو ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** حاجي الهداد جهنجهي 1994ع ۾ آڪاش پرنٽر حيدرآباد ۾ ڇپيو.

**سوال:** گنج (ڀٽ شاهه) مشهور ۽ بنيادي شاهه جو رسالو ڪهڙي اداري پاران ڇپايو ويو؟

**جواب:** ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز 1995ع ۾.

**سوال:** ڪتاب غريب اللغات جيڪو شاهه سائين جي شاعريءَ جي ڏکين لفظن جي معنيٰ تي مشتمل آهي اهو ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** قصدر [illegible] حيدرآباد ۾ 1995ع.

**سوال:** ڪتاب غريب اللغات ۾ ڪهڙن سُرن جي ڏکين لفظن جي معنيٰ ۽ سمجهاڻي ڏنل آهي؟

**جواب:** ٽن سرن ڪلياڻ، يمن ڪلياڻ ۽ کنڀات جي معنيٰ ۽ سمجهاڻي آهي.

**سوال:** ڪتاب غريب اللغات جو ليکڪ ڪير آهي؟

**جواب:** پيرو مل مهرچند.

**سوال:** ڪتاب 'شاهه جي ٻولي' جي ليکڪ جو نالو ٻڌائيندا ۽ اهو ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** ابڙو آفتاب 190ع سنڌي ڪتاب گهر ڪراچي.

**سوال:** قرآن ۽ حديث جي روشنيءَ ۾ شاهه سائين جي سُر ڪلياڻ جي شرح تي مشتمل ڪتاب خزانة العارفين جي ليکڪ جو نالو ٻڌائيندا؟

**جواب:** خاڪ در محمد ڪانڌيلوي.

**سوال:** شاهه سائين جي چونڊ واين تي ٻڌل ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي جون چونڊ وايون" جو ليکڪ ڪير آهي؟

**جواب:** سُوز سمون.

**سوال:** گربخشاڻي واري شاهه جي رسالي جي تنقيدي جائزي تي ٻڌل ڪتاب "گربخشاڻي وارو شاهه جو رسالو منهنجي نظر ۾" جو ليکڪ ڪير آهي؟

**جواب:** پيرو مل مهرچند آڏواڻي.

**سوال:** ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام ۾ انساني اخلاق ۽ ڪردار جو معيار" جي لکندڙ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ.

**سوال:** مقالن تي مشتمل ڪتاب "فڪر لطيف" جي ليکڪ جو نالو ٻڌائيندا ۽ اهو ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** بشير احمد شاد 1985ع.

**سوال:** مقالن تي مشتمل ڪتاب "لطيفي لاٽ" جي ترتيب ڏيندڙ جو نالو ٻڌايو ۽ اهو ڪهڙي اداري پاران ڇپيو؟

**جواب:** خان محمد پنهور، سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن (سگا) پاران.

**سوال:** ڊاڪٽر سورلي جو ڪتاب Shah Abdul Latif of Bhit جو سنڌي ترجمو ڪهڙي نالي سان ڇپيو ۽ ان جو ترجمو ڪنهن ڪيو؟

**جواب:** "ڀٽ جو شاهه" جي نالي سان عطا محمد ڀنڀرو ترجمو ڪيو.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمين جي ڪردار تي لکيل ڪتاب "شاهه جون سورميون" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ڀمڀاڻي نارائڻ داس ميوارام.

**سوال:** شاهه سائين جي فڪر ۽ مشاهدي تي لکيل ڪتاب "شاهه جو انيوءَ" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ساڌواڻي اين. ڪي.

**سوال:** شاهه سائين جي رسالي مان فالن ڪڍڻ بابت لکيل ڪتاب "فالنامو" ڪنهن لکيو؟

**جواب:** محبوب سروري.

**سوال:** ڪتاب "شاهه جي جمالياتي شاعريءَ جو تحقيقي جائزو" جي لکندڙ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** شڪنتلا سيواڻي.

**سوال:** ڪتاب "شاهه عبداللطيف جي ڇپيل رسالن جو تنقيدي جائزو" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** خورشيد عباسي.

سوال: اٽڪل ڪيترن ليکڪن جا شاهه سائين جي ڪلام تي مشتمل "قلمي نسخا" مليا آهن؟

جواب: اٽڪل 45

سوال: شاهه سائين جي رسالي جي معنيٰ بابت لکيل ڪتاب "شاهه جي رسالي جي ڪنجي" جي ليکڪ جو نالو ٻڌائيندا؟

جواب: مرزا قليچ بيگ

سوال: مير علي شير قانع جو ڪتاب تحفة الڪرام ڪي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪنهن ڪيو؟

جواب: مخدوم امير احمد، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ پاران 1958ع ۾ ڇپيو.

سوال: شاهه سائين ڪي ڪهڙي ساز جو مؤجد سڏيو وڃي ٿو؟

جواب: تنبوري جو.

سوال: شاهه سال جي 250هين عرس جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس ۾ اديبن ڪهڙي سُر تي مقالا پڙهيا؟

جواب: بروو سنڌي.

سوال: شاهه سائين ڪُل ڪيترو وقت ڪوٽڙيءَ ۾ رهيا؟

جواب: ارڙهن سال.

سوال: شاهه سائين جي اُن مريد جو نالو ٻڌايو جيڪو فارسيءَ ٻوليءَ جو وڏو ڄاڻو هو؟

جواب: ميون محمد صلاح.

سوال: شاهه سائين سُر سامونڊيءَ ۾ ڪهڙن ٻوٽن جو ذڪر ڪيو؟

جواب: سَرَ، ڪسر، لوڻڊڙي.

سوال: شاهه حبيب ڪي ڪُل ڪيترا پٽ هئا؟

جواب ٽي (1) عبداللطيف (2) سيد جمال شاهه (3) شاهه عبداللطيف ڀٽائي جيڪو هينئر سڄي دنيا ۾ مشهور آهي.

سوال: شاهه سائين پهريون تنبورو ڪٿان ۽ ڪنهن کان ٺهرايو؟

جواب: ٺٽي ننگر مان سوٽهڻ کان.

سوال: شاهه سائين پنهنجي زندگيءَ جي آخريءَ گهڙين ۾ لنواريءَ ۾ ڪهڙي بزرگ سان ملڻ ويا هئا؟

**جواب:** خواجا محمد زمان لنواري واري سان.

**سوال:** مشهور ناول "پوڙهو ۽ سمند" جو پوڙهو ڪردار شاھ سائين جي هڪڙي سورمي بابت آهي، نالو ٻڌايو؟

**جواب:** مورڙو مير بحر.

**سوال:** شاھ سائين جي ڏاڏي سيد حيدر شاھ جي شادي ڪنهن سان ٿيل هئي؟

**جواب:** شاھ محمد هالي جي ڌيءَ سان.

**سوال:** سيد حيدر شاھ جنهن جي ٻي شادي هرات مان ٿيل هئي تنهن مان کيس ڪيترا فرزند هئا؟

**جواب:** ٻہ، محمد شاھ ۽ حسين شاھ.

**سوال:** سيد حيدر شاھ کي پهرين گهر واريءَ مان ڪيترا فرزند هئا؟

**جواب:** فقط هڪڙو، مير علي شاھ.

**سوال:** شاھ سائين جي ڏاڏي سيد حيدر شاھ جي پهرين گهر واريءَ جو اصل نالو ڇا هو؟

**جواب:** بي بي سلطانہ.

**سوال:** سُر پورب ۾ شاھ سائين ڪانگ پکيءَ کي ٻين ڪهڙن نالن سان سڏيو آهي؟

**جواب:** ڪانو، ڪنياتا، ڪانگڙا، ڪانگا، ڪانگل، زاغ وغيره.

**سوال:** سن 1225 کان 1245 تائين شاھ سائين جي درگاھ تي راڳ جي اڳواڻي ڪهڙي فقير ڪئي؟

**جواب:** فقير يعقوب شهيد.

**سوال:** شاھ سائين جو والد شاھ حبيب مٽياري مان لڏي ڪٿي وڃي ويٺو هو؟

**جواب:** ڀٽي پور ۾.

**سوال:** شاھ سائين پهريون ڪهڙو سفر ڪيو هو؟

**جواب:** گنجي ٽڪر جو.

**سوال:** آخوند نور محمد ڀٽي وٽ پڙهڻ لاءِ موڪلڻ وقت شاھ سائين جي عمر ڪيتري هئي؟

**جواب:** اٽڪل ڇهه سال جڏهن ته ڪن ڪتابن ۾ ٽي سال پڻ مليل ٿو.

**سوال:** شاهه سائين عيسوي سن جي ڪهڙي مهيني جي ڪهڙي تاريخ تي وفات ڪئي؟

**جواب:** 22 ڊسمبر.

**سوال:** شاهه ڪريم بلڙي واري جي مقبري ۾ سندس ڪهڙن ٽن پٽن جون قبرون آهن؟

**جواب:** (1) دين محمد شاهه (2) ميان حسين شاهه (3) لال محمد شاهه.

**سوال:** شاهه سائين جي رسالي ۾ ڪيترا سنڌي لفظ ڪتب آندل آهن؟

**جواب:** تقريبن ٻارنهن هزار.

**سوال:** شاهه سائين جي ڪلام جي نسخي کي گنج چيو وڃي ٿو ٻڌايو ته "گنج" جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** خزانا.

**سوال:** اجمير مان "شاهه جي ڪلام جو انتخاب" ڪڏهن شايع ٿيو؟

**جواب:** 1853ع ۾.

**سوال:** روايت آهي ته ڀٽائي گهوٽ ننڍي هوندي وتائي فقير معرفت خواجا خضر سان ملاقات ڪئي ٻڌايو ته حضرت خضر عليہ السلام ڪيس ڇا ڏنو؟

**جواب:** ٻہ املهہ گل.

**سوال:** شاهه سائين جي حياتيءَ تي ڇيتمل پرسرام ڪڏهن ڪتاب لکيو؟

**جواب:** 1915ع ۾.

**سوال:** شاهه سائين جي ڪلام جو ترجمو ڪهڙين ٻولين ۾ ٿيل آهي؟ نالا ٻڌايو؟

**جواب:** انگريزي، جرمني، عربي، فارسي، هندي، روسي ۽ اردو.

**سوال:** "شاهه جو رسالو" ترتيب مولوي محمد ابراهيم بختاپوري شاهه سائين جي وفات کان پوءِ ڪيتري عرصي بعد لکيو ويو؟

**جواب:** 179 سال بعد.

**سوال:** ميوون شاهه عنايت رضوي مشهور بزرگ ۽ شاعر شاهه سائين کان اڳ ٿي گذريو يا پوءِ؟

**جواب:** اڳ.

**سوال:** منصور جو ذڪر شاهہ سائين ڪيترن بيتن ۾ ڪيو؟

**جواب:** ٻن بيتن ۾.

**سوال:** شاهہ سائين جي سورمي ڄام تماچي ڪهڙي ٽڪريءَ تي عاليشان ماڙي جوڙائي هئي؟

**جواب:** هيلايا تي.

**سوال:** شاهہ سائين جي سورمي سسئي پنهونءَ جي داستان کي سڀ کان پهرين ڪنهن لکيو؟

**جواب:** مير معصوم بکريءَ (نظم ۾).

**سوال:** سسئي پنهون جي داستان کي انگريزي ۾ ترجمو ڪندڙ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** تن ڏينهن ۾ سنڌ جو نائب ڪمشنر فريڊرڪ گولڊ سمنٽ.

**سوال:** شاهہ سائين جي سورمي مومل راڻي کي پارسيءَ ۾ ڪنهن ۽ ڪهڙي نالي سان ترجمو ڪيو؟

**جواب:** ملا مقيم "ترم عشق" جي نالي سان.

**سوال:** 1740ع ڌاري شاهہ سائين جوڳين سان گڏ سفر تي ڪيڏانهن ويو هو؟

**جواب:** هنگلاج.

**سوال:** هنگلاج ياترا وقت شاهہ سائين جي عمر ڪيتري هئي؟

**جواب:** 51 سال.

**سوال:** ڪهڙي شاعر کي نج سنڌي راڳ جو بانيڪار سڏيو وڃي ٿو؟

**جواب:** حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ کي.

**سوال:** ڪهڙي شاعر جو ڪلام عربي رسم الخط جو قديم نمونو آهي؟

**جواب:** شاهہ سائين جي ڙڏاڏي شاهہ عبدالڪريم بلڙي وارو.

**سوال:** شاهہ ڪريم جي رسالي ۾ سنڌي بيتن جو تعداد ڪيترو آهي؟

**جواب:** 92 يا 94.

**سوال:** شاهہ عبدالطيف ڀٽائي جي حضرت قلندر لعل شهباز جي ممائي بعد ڪيترن سالن کان پوءِ ولادت ٿي؟

**جواب:** 435 سالن بعد.

**سوال:** شاهه سائين جا وڏا ڪنهن جي زماني ۾ سنڌ آيا هئا؟

**جواب:** امير تيمور.

**سوال:** شاهه سائين جي والده جي اُن چاچي جو نالو ٻڌايو جنهن جي مزار مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي آهي؟

**جواب:** پير آسات.

**سوال:** ڪهڙي سن کان شاهه سائين جي عرس جي موقعي تي سنڌ اطلاعات کاتي پاران ڪتابن شايع ٿيڻ جو سلسلو شروع ٿيو؟

**جواب:** 1953ع کان.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي مومل جي محبت جا اهڃاڻ ڪٿي ۽ ڪهڙي نالي سان مشهور آهن؟

**جواب:** عمرڪوٽ ويجهو مومل جي ماڙيءَ جي نالي سان.

**سوال:** شاهه سائين اڪثر ڪهڙي رنگ جو پهراڻ پائيندو هو؟

**جواب:** گيڙو رنگ جو ڊگهو پهراڻ.

**سوال:** شاهه سائين جو ڪلام ڪهڙن صنفن ۾ چيل آهي؟

**جواب:** ٻن. هڪ ڏوهيڙو يا بيت ٻيو وائي.

**سوال:** وائي جو مؤجد ڪهڙي شاعر کي چيو وڃي ٿو؟

**جواب:** حضرت شاهه عبدالطيف ڀٽائي.

**سوال:** ڪتاب "تذڪره مشاهير سنڌ" جنهن ۾ شاهه سائين جو به ذڪر آهي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** مولانا دين محمد وفائي.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي عمر سومري ڪڏهن ۽ ڪنهن کان حڪومت هٿ ڪئي هئي؟

**جواب:** سوڍن کان سن 1355ع ۾.

**سوال:** شاهه سائين جي ٽڙ ڏاڏي شاهه ڪريم جي وقت سنڌ تي ڪنهن جي حڪمراني هئي؟

**جواب:** ارغونن ۽ ترخانن جي.

**سوال:** سُر ڪاپائتي ۾ ڪُل ڪيتريون وايون آهن؟

**جواب:** هڪ وائي.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي مارئي جو ڳوٺ ملير ڪٿي آهي؟

**جواب:** ٿر ۾ ننگر پارڪر کان ٻارنهن ڪوهه پري.

**سوال:** شاهه سائين جو ذڪر ڪيترن فارسي ڪتابن ۾ آهي ڪن ٻه ٽن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** انن ڪتابن ۾: (١) لطائف لطيفي (٢) معيار الکان طريقت (٣) گُلشن اولياءَ.

**سوال:** سُر گهاتوءَ ۾ ڪلاچيءَ جي ڪُن جو ذڪر ڪيل آهي ٻڌايو ته اهو ڪٿي آهي؟

**جواب:** ڪراچيءَ ۾ ڪياماڙيءَ ويجهو.

**سوال:** ”شاهه جو رسالو“ ترتيب غلام محمد شاهواڻي شاهه سائين جي رحلت کان ڪيترا سال پوءِ لکيو ويو؟

**جواب:** 198 سالن بعد.

**سوال:** شاهه سائين ڪيتريون مسجدون جوڙايون؟

**جواب:** ٻه مسجدون.

**سوال:** قرآن شريف جون آيتون شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ سڀ کان وڌيڪ آيل آهن؟

**جواب:** سُر مارويءَ ۾.

**سوال:** شاهه سائين جي ان مريد جو نالو ٻڌايو جنهن مولانا روميءَ جي مثنوي پڙهي ان جي معنيٰ بيان ڪئي؟

**جواب:** ميون محمد صلاح.

**سوال:** شاهه سائين مولانا رومي جو ذڪر ڪيترن بيتن ۾ ڪيو آهي؟

**جواب:** ٽن بيتن ۾.

**سوال:** مشهور شاعر ۽ بزرگ بيدل فقير شاهه سائين کان اڳ ٿي گذريو يا پوءِ؟

**جواب:** پوءِ.

**سوال:** شاهه سائين جو ڪهڙو فقير مشهور شاعر ٿي گذريو آهي؟ جيڪو ان وقت جو بادشاهه به هو؟

**جواب:** محمد فقير.

**سوال:** شاهہ سائين سُر ڏهر ۾ بداماڻي پنري جو ذڪر ڪيو پڌايو تہ بداماڻي پنري ڪٿي رهندو هو؟

**جواب:** ڪاڇي ۾.

**سوال:** شاهہ سائين جي وقت ڀٽ شريف جي مسجد ۾ ڪير نماز پڙهائيندو هو؟

**جواب:** فقير عبدالجميل انڙ.

**سوال:** ڪلياڻي آڏواڻيءَ جي ترتيب ڏنل شاهہ جي رسالي جي سُر سهڻيءَ ۾ لفظ سهڻي ڪيترا ڀيرا استعمال ٿيل آهي؟

**جواب:** 28 دفعا.

**سوال:** ڪهڙي بزرگ شاهہ صاحب کي پنهنجي مريد ٿيڻ لاءِ چيو هو؟

**جواب:** مخدوم زمان لنواريءَ وارو.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڏاڏي شاهہ ڪريم جي وڏي ڀاءُ جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** سيد جلال شاهہ.

**سوال:** "شاهہ جو ڪندو" ڪٿي آهي؟

**جواب:** ڀٽ شاهہ جي اوپر اتر طرف ڏيڍ ميل جي پنڌ تي.

**سوال:** شاهہ سائين کي پنهنجو والد شاهہ حبيب ڪهڙي بزرگ وٽ دُعا لاءِ وٺي ويو هو؟

**جواب:** سخي هاشم شاهہ وٽ.

**سوال:** "لطيف جو چراغ روشن ٿيندو" ڪهڙي بزرگ هي لفظ شاهہ سائين کي دُعايا طور چيا؟

**جواب:** سخي هاشم شاهہ.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڏاڏي سيد جلال شاهہ کي ٻئي ڪنهن ڪهڙي نالي سان سڏيو ويندو هو؟

**جواب:** سيد جمال شاهہ.

**سوال:** شاهہ سائين ڪهڙيون جايون جوڙايون جيڪي اڃان تائين يادگار آهن؟

**جواب:** شاهہ ڪريم جو قبو، سندس والد بزرگوار جو مقبرو ۽ ڀٽ شاهہ واري مسجد.

**سوال:** شاهہ جو تڪيو ڪٿي آهي؟

**جواب:** ترائي لڳ مدئجي ضلع شڪارپور ۾.

**سوال:** ڪهڙو فقير شاهه سائين جي موجودگي ۾ سندس ڪلام کان علاوه ٻين صوفين بزرگن جو ڪلام ڳائيندو هو؟

**جواب:** تمر فقير.

**سوال:** ”آئون نه جيئندي اُن ريءَ“ شاهه سائين ڪيترن بيتن ۾ بيان ڪيو آهي؟

**جواب:** اٽڪل چاليهه کن بيتن ۾.

**سوال:** ان ليکڪ جو نالو ٻڌايو جنهن شاهه سائين جي ڪيترن ئي سُرن کي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري الڳ الڳ ڇپايو؟

**جواب:** تيرٿ هوتچند وڌواڻي.

**سوال:** شاهه سائين جي ڳائڻ وڄائڻ جو سامان ڪهڙي فقير وٽ هوندو هيو؟

**جواب:** عرس فقير ساند.

**سوال:** شاهه سائين ڪهڙي شيءِ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي خاندان وٽ اڃان تائين نشاني طور موجود آهي؟

**جواب:** پاڻي پيئڻ جي پيالي.

**سوال:** شاهه جي رسالي جا قديم کان قديم نسخا ڪهڙا آهن؟

**جواب:** ڀٽ جو نسخو، بلڙيءَ جو نسخو، مير عبدالحسين جو نسخو.

**سوال:** ڪلياڻ آڏواڻيءَ وارو شاهه جو رسالو ڪٿي ڇپيو؟

**جواب:** موجوده ممبئي (بمبيءَ) ۾.

**سوال:** شاهه سائين جي ڏاڏي حيدر شاهه جي شادي ڪهڙي قبيلي مان ٿي؟

**جواب:** هالا قبيلي مان.

**سوال:** شاهه سائين جو بسترو ڪهڙو فقير وڇائيندو هو؟

**جواب:** سيد سائين ڏنو متعلوي.

**سوال:** ”وري سنڌ ۾ توکي اچڻ جي ضرورت ڪانهي“ شاهه سائين اهي لفظ پنهنجي ڪهڙي فقير کي چيا؟

**جواب:** تماچي فقير کي.

**سوال:** لطيف سائين کي وفات کان پوءِ غسل ڪنهن ڏنو؟

**جواب:** ميان ولي محمد ولد آخوند نور محمد ڀٽي.

**سوال:** شاهه سائين پنهنجي ڪافي شاعري ۾ سنڌ جي هنرن جو ذڪر ڪيو

آهي ڪن ٻه ڇئن مشهورن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** سونارو، لوهارڪو، واڍڪو، ڪنيارڪو.

**سوال:** شاهه سائين وفات وقت ڪهڙي فقير کي ڪچ ۾ ڪان گهرايو هو؟

**جواب:** تماچي ڦير کي.

**سوال:** ڪتاب ڪنز اللطيف جو ليکڪ ڪير آهي؟

**جواب:** ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو.

**سوال:** لطيف سائين جي سوانح بابت پهرئين ڪهڙين ڪتاب ۾ ذڪر آهي؟

**جواب:** تحفة الڪرام ۾.

**سوال:** حضرت آدم جي پٽن هابيل ۽ قابيل جو ذڪر شاهه سائين ڪهڙي سُر ۾ ڪيو آهي؟

**جواب:** سُر يمن ڪلياڻ ۾.

**سوال:** لطيف سائين ٻه مسجدون جوڙايون هيون ٻڌايو ته پاڻ ڪهڙي مسجد ۾ ڪم ڪيائون؟

**جواب:** ڀٽ واري مسجد ۾.

**سوال:** جڏهن لطيف سائين هڪ هنڌ ويهي عبادت جو فيصلو ڪيو هو اُن وقت سندس عمر ڪيتري هئي؟

**جواب:** 12 سال.

**سوال:** اُن ڍنڍ جو نالو ٻڌايو جنهن سان لطيف سائين کي بيحد پيار هو؟

**جواب:** ڪراڙ ڍنڍ.

**سوال:** شاهه سائين پنهنجي ڪهڙي سُر ۾ مزاحيه شاعري ڪئي آهي؟

**جواب:** سُر بلاول ۾.

**سوال:** الله جي وڏائي ۽ عبادت جو ذڪر لطيف سائين پنهنجي ڪهڙي سُر ۾ ڪيو آهي؟

**جواب:** سُر ڏهر.

**سوال:** ڪتاب شاهه جون آکاڻيون ڪڏهن ڇپيون؟

**جواب:** 1915ع ۾.

**سوال:** شاهه سائين جي پراڻي نسخي ۾ ڪُل ڪيترا سُر آهن؟

**جواب:** 28.

**سوال:** شاهہ سائين پنهنجي ڪلام ۾ گهڻن ئي ذاتين ڪي ڳايو آهي ڪن ٻہ ٽن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** سومرا، سما، جکرا.

**سوال:** لطيف سائين جو سورمو پنهون ڇا جو واپاري هو؟

**جواب:** ڪٿوري ۽ مشڪ جو واپار ڪندو هو.

**سوال:** لطيف سائين جا گهڻا ۽ ڪهڙا سورما سومرا قبيلي مان هئا؟

**جواب:** ٻہ، عمر سومرو ۽ چنيسر سومرو.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڪهڙين ٻن سورمين جو تعلق عمرڪوٽ شهر سان آهي؟

**جواب:** مومل ۽ مارئي.

**سوال:** ڪتاب "شاهہ جو پيغام" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** حافظ محمد احسن چنا.

**سوال:** لطيف سائين جو همعصر مولود چوندڙ شاعر جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** مخدوم عبدالرؤف ڀٽي هالائي.

**سوال:** اڪبر بادشاهہ جي دربار ۾ شاهہ سائين جي ڪهڙي سورمي جو داستان ۽ ڪنهن پيش ڪيو؟

**جواب:** عمر مارئي، مرزا جاني بيگ.

**سوال:** شاهہ سائين جي رسالي جي پهرين الغات جو نالو ٻڌايو ۽ ٻڌايو تہ اها ڪيترن سرن تي ۽ ڪنهن جوڙي آهي؟

**جواب:** غريب اللغات، ٻن سُرن، پيرو مل مهرچند آڏواڻي.

**سوال:** هالار ڪٿي آهي جتي شاهہ سائين گهمڻ سانگي ويا بہ هئا؟

**جواب:** ڪاٺياواڙ پرڳڻي ۾ هڪ شهر آهي.

**سوال:** ڪتاب شرح الطيفي ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** 1925ع ۾.

**سوال:** انڌن جي پڙهڻ لاءِ پڻ شاهہ سائين جو رسالو دستياب آهي ٻڌايو تہ اهو ڪيترن جلدن تي مشتمل آهي؟

**جواب:** پنجن جلدن (اڙدوءَ ۾).

**سوال:** شاهہ سائين جي سر ڪاموڏ بابت لکيل ڪتاب "دي سانگ آف ڪينجهر" ڪنهن ۽ ڪڏهن لکيو؟

**جواب:** تيرٿ داس هوتچند 1963ع ۾.

**سوال:** ڪتاب شاهه جون سورميون ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** 1944ع ۾.

**سوال:** شاهه جو رسالو مرتب قاضي احمدي شاهه سائين جي وفات کان پوءِ ڪيتري عرصي بعد ڇپيو؟

**جواب:** 1928 سالن بعد.

**سوال:** مشهور ڍنڍ ڪينجهر جنهن جو ذڪر شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ پڻ ٿيل آهي ٻڌايو تہ ڪنيجهر تي اهو نالو ڪيئن پيو؟

**جواب:** ڪتابن موجب ڪينجهر هڪ ملاح جو نالو هو ان ڪري.

**سوال:** ڪتاب لطائف لطيفي جي تصحيح ڪهڙي اديب ڪئي؟

**جواب:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ.

**سوال:** سُر ڪيڏارو ڪهڙن ٻن رسالن ۾ شامل ناهي ڪيو ويو؟

**جواب:** علامہ آءِ قاضي ۽ شيخ اياز جي اردو ترجمي ۾.

**سوال:** شاهه سائين جي شاعريءَ جي روحاني رمزن بابت ڪتاب منهاج العاشقين جو ليکڪ ڪير آهي؟

**جواب:** مولوي غلام محمد خانزئي.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي سورٺ جي پيءُ جو اصل نالو ڇا هو؟

**جواب:** راجا انيراءِ.

**سوال:** لطيف سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ گجر ڪنهن کي ڪوٺيو آهي؟

**جواب:** مومل کي.

**سوال:** فقير شهيد يعقوب شاهه سائين جي درگاهه تي راڳ جي اڳواڻي ڪيستائين ڪئي؟

**جواب:** تقريباً 20 سالن تائين.

**سوال:** ڪتاب "ورسز آف شاهه" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** علي اڪبر شاهه.

**سوال:** لطيف سائين جي سُر ديسيءَ ۾ ڪهڙن پکين جو ذڪر آهي؟

**جواب:** مور، ڪونج، چتون، ڪوئل وغيره.

**سوال:** لطيف سائين جي درگاهه تي راڳ جي اڳواڻي سڀ کان پهرين ڪنهن ڪئي؟

**جواب:** تمر فقير.

**سوال:** سُر سريراڳ کان پوءِ کهڙو سُر ڳايو ويندو آهي؟

**جواب:** سُر سامونڊي.

**سوال:** شاهه سائين جي اُن سُر جو نالو ٻڌايو جيڪو ٽن مهينن تائين ڳايو ويندو آهي؟

**جواب:** سُر سارنگ، 1- جون کان 31 آگسٽ تائين.

**سوال:** غلام محمد خانزئي جي شاهه جي رسالي ۾ ڪيترا سُر آهن؟

**جواب:** 36 سُر.

**سوال:** 1913ع ۾ شاهه سائين بابت مرزا قليچ بيگ جا ٻه ڪتاب ڇپيا، ڪتابن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** شاهه جو رسالو، لغات لطيفي.

**سوال:** شاهه سائين جي سُر ليلا چنيسر جو ترجمو "سانگ آف نيڪليس" جي ترجمي نگار جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** تيرٿ داس هوتچند.

**سوال:** ڪلياڻي آڏواڻيءَ جي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي جي سُر سهڻيءَ ۾ ڪُل ڪيترا بيت آهن؟

**جواب:** 118 بيت.

**سوال:** لطيف سائين جي ڏاڏي عبدالقدوس کي ڪيترا پٽ هئا؟

**جواب:** ٻه پٽ.

**سوال:** شاهه سائين کي ڪيترا چاچا هئا، نالا ٻڌايو؟

**جواب:** صرف هڪڙو ئي، سيد عبدالرشيد شاهه.

**سوال:** درگاهه شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي پهرين سجاده نشين جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** سيد جمال شاهه.

**سوال:** سيد حيدر شاهه حرات کان جڏهن هالا آيا ته اُن وقت هالا جو حاڪم ڪير هو؟

**جواب:** ميران محمد.

**سوال:** شاهه سائين جا وڏا سنڌ جي ڪهڙن ڪهڙن هنڌن تي رهيا؟

**جواب:** پهرين هالا ڪنڊيءَ ۾، پوءِ مٽياري، اتان پوءِ بلڙي شريف، آخر ۾

پٽي پور ان کان پوءِ ڳچ ڏينهن ڪوٽڙي ۽ پڇاڙيءَ جو ڀٽ شاهه تي تشريف فرما ٿيا.

**سوال:** لطيف سان جي ان جانور جو نالو ٻڌايو جيڪو سندس وفات تي روئڻ شروع ڪيو هو؟

**جواب:** جنگل گهوڙو.

**سوال:** لطيف سائين کي ڪيتريون پينرون هيون؟

**جواب:** ٻه.

**سوال:** لطيف سرڪار بلوچستان ۾ ڪهڙن بزرگن جي زيارت ڪئي؟

**جواب:** ناني ۽ سپڙ سخي.

**سوال:** شاهه سائين جيڪا ٽوپي پائيندا هئا ان جو ڪهڙو رنگ هو؟

**جواب:** اڇو رنگ.

**سوال:** شاهه سائين پنهنجو رسالو ڪهڙي ڍنڍ ۾ اُڇليو هو ٻڌايو ته اُن جا ڪيترا جلد هئا؟

**جواب:** ڪراڙ ڍنڍ ۾ ٽي جُلد.

**سوال:** شاهه سائين پنهنجي عمر ۾ ڪيترا پيرا دُعائون گهريون؟

**جواب:** ٻي پيرا.

**سوال:** شاهه سائين پاراتا گهٽا پيرا ڏنا؟

**جواب:** ٻه پيرا.

**سوال:** چنيسر شاهه سائين جو سورمو هو سندس تعلق ڪهڙي قبيلي/ ذات سان هو؟

**جواب:** داسڙو.

**سوال:** ڪتاب "سنڌ بابت ٿورو ذڪر" لُيکڪ ڏيارام گدومل ٻڌايو ته اُن ڪتاب ۾ شاهه سائين جي سوانح بابت معلومات ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

**جواب:** چاليهن صفحن تي.

**سوال:** سُررپ کي ٻي ڪهڙي نالي سان سڏيو ويندو آهي؟

**جواب:** ڪيپ جي نالي سان.

**سوال:** شاهه سائين پنهنجي حياتيءَ جي آخري وائي ڪهڙي چئي؟

**جواب:** "ڪهڙي منجهه حساب، هئڻ منهنجو هوت ري"

**سوال:** شاهه سائين جي رسالي جي سرن تي نالا ڪنهن رکيا؟

**جواب:** سندس مريدن اتل ۽ چنچل.

**سوال:** شاهه لطيف دائري ڪهڙي پبلشرز پاران ڇپي ويندي آهي؟

**جواب:** يادگار پبلشرز، حيدرآباد.

**سوال:** لطيف سرڪار جي ڪهڙي سُر کي ماتمي سُر سڏيو ويندو آهي؟

**جواب:** سُر ڪيڏارو.

**سوال:** شاهه سائين جي خاص خليفي تمر فقير کي ڪيترو اولاد هو؟

**جواب:** تمر فقير شادي نه ڪئي هئي.

**سوال:** لطيف سرڪار پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪي ٻه دُعائون گهريون اهي ڪهڙيون هيون؟

**جواب:** هڪ ڳلان ناڇٽي لاءِ جيڪا بعد ۾ وڃي سنڌ جي راڻي ٿي ۽ ٻي پنهنجي شاديءَ لاءِ.

**سوال:** مرڪزي صلاحڪار بورڊ پاران 2 مارچ 1941ع تي ڪراچيءَ ۾ شاهه سائين جي ورسي ملهائي وئي ان جي صدارت ڪهڙي عالم ڪئي؟

**جواب:** علامه آءِ آءِ قاضي صاحب.

**سوال:** شاهه جو رسالو پهرين ڪهڙي سن ۾ ۽ ڪٿي ڇپيو؟

**جواب:** 1866ع جرمنيءَ ۾.

**سوال:** شاهه سائين جا ڪيترا سورما هئا؟

**جواب:** 13 سورما.

**سوال:** لطيف سائين سنڌ جي ڪهڙن حاڪمن جي دؤر کي سونهري سڏيو آهي؟

**جواب:** سمن ۽ سومرن جي دؤر کي.

**سوال:** شاهه جو رسالو مڪمل انگريزيءِ ۾ ترجمو ڪندڙ جي مصنف جو نالو ڇا آهي؟

**جواب:** آغا محمد يعقوب (ٽن جلدن ۾).

**سوال:** ڪتاب لطيفي سير ۽ شاهه جو پيغام ڪڏهن ڇپيا؟

**جواب:** 1928ع ۽ 1958ع ۾.

**سوال:** لطيف سائين جي شاگردن ۽ مريدن ڪهڙي سن ۾ سندس ڪلام کي "شاهه جو رسالو" جي نالي سان مرتب ڪيو؟

**جواب:** 1855ع ۾.

**سوال:** شاهه سائين جي 249هين عرس تي ڪهڙن فنڪارن کي ايوارڊ ڏنا ويا؟

**جواب:** انور حسين وسطڙو ۽ الهه بچايو کوسي کي.

**سوال:** شاهه سائين تي ڪهڙن ٽن بزرگن جي علميات جو اثر ٿيو سندن نالا ڪهڙا آهن؟

**جواب:** مخدوم بلاول، مخدوم نوح ۽ عبدالڪريم بلڙي وارو.

**سوال:** شاهه سائين جي رسالي ۾ آيل لفظ "ڏٿ" مان ڇا مراد آهي؟

**جواب:** ڏٿ مان مُراد روحاني خزانو يا عشق الاهي آهي.

**سوال:** لطيف سائين جي ڪهڙي سُر ۾ سر فدا ڪرڻ جو درس ملي ٿو؟

**جواب:** ڪيڏارو.

**سوال:** لطيف سرڪار ڄام جکري جي سخاوت ۽ بهادريءَ جو ذڪر ڪهڙي سُر ۾ ڪيو آهي؟

**جواب:** سر بلاول ۾.

**سوال:** شاهه جي رسالي ۾ آيل لفظ داڙيچن جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** شاهوڪار، سوداگر.

**سوال:** شاهه سائين پنهنجي ڪهڙي سُر ۾ نبي ڪريم صلعم جي سونهن ۽ حسن اخلاقيات جي ساراهه ڪئي آهي؟

**جواب:** سر ڪنڀات ۾.

**سوال:** شاهه سائين پنهنجو ڪهڙو بيت ٻن ذاتين کي دُعايا طور چيو. بيت ۽ ذاتين جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** ڪماريا ۽ ابڙن کي.

تنجوري واري جُوءِ، ويندو راڄ وائيو

سڙي راءِ مان ڪوءِ، ڪو جو مورو موريو.

**سوال:** شاهه سائين لفظ "تبرون" جو استعمال ڪهڙن سُرن ۾ ڪيو.

**جواب:** سُر مومل راڻو ۽ ڪيڏاري ۾.

**سوال:** انگريز دؤر جي ان ٻن شاعرن جا نالا ٻڌايو جن شاهه سائين تي

ڪتاب لکيا؟

**جواب:** مير عبدالحسين سانگي ۽ مرزا قليچ بيگ.

**سوال:** سڀ کان پهرين ڀٽائيءَ جو سفرنامو شاهه صاحب جي ڪهڙي مريد ترتيب ڏنو؟

**جواب:** ميان محمد صلاح.

**سوال:** شاهه سائين سڀ کان وڌيڪ بيت ڪهڙي قصي لاءِ چيا؟

**جواب:** سسئي پنهون لاءِ.

**سوال:** شاهه سائين نبي ڪريم جن جو ذڪر ڪيترن سُرن ۾ ڪيو آهي؟

**جواب:** پنجن سُرن ۾.

**سوال:** شاهه سائين سُر ڏهر ۾ جسوڻ آگري جو ذڪر ڪيو آهي، ٻڌايو تہ اهو ڪٿي راڄ ڪندو هو؟

**جواب:** برهمڻ آباد تي.

**سوال:** شاهه سائين پنهنجي ڪلام ۾ ڪهڙن ٻن مقدس ڪتابن جا احوال آندا آهن؟

**جواب:** قرآن شريف ۽ حديث شريف.

**سوال:** شاهه سائين سُر بلاول ۾ ڪهڙن حاڪمن جو ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب:** دهلي جي حاڪم علاؤالدين ۽ سنڌ جي سخي جادم جکري جو.

**سوال:** ڪلياڻ آڏواڻي جي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي جي سر بلاول ۾ وڳند فقير بابت ڪُل ڪيترا بيت چيل آهن؟

**جواب:** ڏهہ بيت.

**سوال:** شاهه سائين پنهنجي رسالي ۾ اُنن جي سينگار ۽ سجاوٽ لاءِ جيڪي نالا ڪم آندا اُهي ڪهڙا آهن؟

**جواب:** گهنڊڙي، لار، ٽليون، ٽؤنر، هلويون، ٽليار، موڙ جهوڙا، ڇيربون، دليلا يعني چڙا، سيلا يعني دشالا ۽ دهربون وغيره.

**سوال:** شاهه سائين تي لکيل مقالن جي ڪتاب "فهرست لطيفيات" جي ليکڪ جو نالو ڇا آهي ۽ اهو ڪهڙي سن ۾ ڇپيو؟

**جواب:** ليکڪ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، 1977ع ۾.

**سوال:** ڪئمبرج يونيورسٽي مان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ تي پي ايڇ. ڊي.

ڪندڙ خاتون جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ڊاڪٽر درشهوار سيد.

**سوال:** شاهه جي رسالي جي انگريزي شارح جنهن پٽائي تي پهرين پي ايچ. ڊي. به ڪئي جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ڊاڪٽر ايڇ. ٽي. سورلي.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي مارئي ڪيٽ جي ڇا ٽيندي هُئي؟

**جواب:** سٽوٽ.

**سوال:** ڊاڪٽر ٽرمپ جو ترتيب ڏنل رسالو ڪيترن قلمي نسخن مان تيار ڪيو ويو؟

**جواب:** ٻن.

**سوال:** شاهه جي رسالي ۾ ذڪر هيٺ آيل رومانوي داستانن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** سهڻي ميهار، سسئي پنهون، ليلا چنيسر، مومل راڻو، عمر مارئي، نوري ڄام تماچي ۽ سورٺ راءِ ڏياچ.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي نوريءَ جي جاءِ پيدائش ٻڌايو؟

**جواب:** آگري ۾.

**سوال:** شاهه جي رسالي جا ڪُل ڪيترا قلمي نسخا آهنَ؟

**جواب:** چاليهه ڪن.

**سوال:** شاهه جي رسالي گنج جي سهيڙيندڙ جو نالو ڇا آهي؟

**جواب:** عبداللطيف عرف وڏا شاهه.

**سوال:** شاهه جي رسالي گَنج جو پراڻو نسخو ڪهڙي سن ۾ ڇپيو؟

**جواب:** 1792ع ۾.

**سوال:** رسالي گنج جو پراڻو نسخو شاهه سائين جي وفات جي ڪيتري عرصي بعد ڇپيو؟

**جواب:** تقريباً 45 سال بعد.

**سوال:** شاهه سائين جي سر معذوريءَ ۾ ذڪر هيٺ آيل ڪن ٻه چئن پکين جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** ڪوئل، چتون، ڪونج ۽ باز.

**سوال:** شاهه سائين جي ڪهڙي سُر لاءِ چيو ويجي ٿو ته اهو سندس ٺاهيل

ناهي، اُن سر ۾ سندس ناهيندڙن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** سُر ڏناسري. شاھ حبيب، صالح فقير ۽ وڏل فقير.

**سوال:** سُر ڏناسريءَ ۾ ڪُل ڪيترا بيت چيل آهن؟

**جواب:** 35 بيت.

**سوال:** غلام محمد شهواڻيءَ جو ترتيب ڏنل شاھ جو رسالو ڪيترن جلدن تي مشتمل آهي؟

**جواب:** ٽئن جلدن تي.

**سوال:** ڪتاب ”شاھ لطيف جي شاعريءَ ۾ منظر نگاريءَ“ جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** راز شر.

**سوال:** لطيف سرڪار جي وفات کان پوءِ سندس ميلي جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس ڪوٺائڻ جو بنياد ڪنهن ۽ ڪيتري وقت کان پوءِ وڌو؟

**جواب:** ميران محمد شاھ، تقريباً 180ع سالن کان پوءِ.

**سوال:** شاھ سائين جي سورمي ڄام تماچيءَ جي والد جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** ڄام انڙ.

**سوال:** شاھ سائين جي سورمي ميهار جي مزار سنڌ جي ڪهڙي شهر ۾ آهي؟

**جواب:** شهدادپور ۾.

**سوال:** شاھ سائين جي ڪهڙي عرس جي موقعي کان عام موڪل جو رواج پيو ۽ اهو اعلان ڪنهن ڪيو.

**جواب:** 201 عرس تي تنهن وقت جي وزير اعليٰ عبدالستار پيرزادي اهو اعلان ڪيو.

**سوال:** شاھ جي رسالي ۾ آيل لفظ گورل جي معنيٰ ڇا اهي؟

**جواب:** ڪنوار.

**سوال:** شاھ سائين پنهنجي ڪهڙي سورميءَ کي ڪاهوڙين سان تشبيھ ڏني آهي؟

**جواب:** سسئي کي.

**سوال:** شاھ جي سورمي ليلا سان منسوب ليهور جا ڪنڌ ڪٿي آهي؟

**جواب:** ٺٽو ۽ ٻاگو تعلقي ۾.

**سوال:** شاهه سائين هنگلاج جي سفر جو ذڪر ڪهڙن سُرن ۾ ڪيو.

**جواب:** سسئي، معذوري، حسيني، ڪوهياري، ڪاهوڙي ۽ رامڪلي.

**سوال:** سڀ کان وڌيڪ بيت شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ چيل آهن؟

**جواب:** سُر حسينيءَ ۾.

**سوال:** ڪتاب "پيغام لطيف" ڪنهن جو مرتب ڪيل آهي ۽ اُن ۾ ڪيترا باب آهن؟

**جواب:** جي. ايم. سيد. ڪُل ٻارنهن باب.

**سوال:** شاهه سائين عبدالرحيم گرهوڙي سان ڪُل ڪيتريون ملاقاتون ڪيون؟

**جواب:** چار.

**سوال:** شيخ اياز جو اردوءَ ۾ ترجمو ڪيل شاهه جو رسالو جي ٽئين ايڊيشن جي مهورت ڪڏهن ٿي؟

**جواب:** 26 جنوري 1992ع تي.

**سوال:** ڪتاب "احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو ۽ اهو هن ڪڏهن لکي پورو ڪيو هو.

**جواب:** مرزا قليچ بيگ. 1- سيپٽمبر 1887ع ۾.

**سوال:** ميهار فقير جي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي ۾ ڪل ڪيترا بيت ۽ وايون آهن.

**جواب:** 5886 سٽ ۽ 300 کان وڌيڪ وايون.

**سوال:** سنڌي جي انهن ٽن [illegible] جا نالا ٻڌايو جن شاهه سائين جو رسالو به ترتيب ڏنو آهي؟

**جواب:** مرزا قليچ بيگ. آغا سليم ۽ رشيد احمد لاشاري.

**سوال:** مجازي عشق جو گهڻو ذڪر شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ ملي ٿو؟

**جواب:** بروو سنڌي ۾.

**سوال:** ڊاڪٽر ٽرمپ جي شاهه جي رسالي ۾ ڪيترا صفحا آهن؟

**جواب:** 755 ست سئو پنجونجاهه.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي نوري جي پيءُ جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** جسودن راءِ.

**سوال:** ڪتاب لطيفي لات جي ليڪڪ جو نالو ٻڌايو ۽ اهو ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** مرزا قليچ بيگ 1912ع ۾.

**سوال:** "نرتي تند نياز" شاهه سائين تي لکيل مضمونن جو ڪتاب آهي مرتب جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** عبدالجبار جوڻيجو ۽ محمد قاسم ٻگهيو.

**سوال:** ڪتاب "شاهه جي رسالي جو مطالعو" جو پيش لفظ ڪنهن لکيو؟

**جواب:** پير حسام الدين راشدي.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي ڄام تماچي کي ڪهڙي لقب سان ياد ڪيو ويندو آهي؟

**جواب:** سلطان رُڪن الدين.

**سوال:** ٽپال کاتي ڪڏهن لطيف يادگار ٽڪليون جاري ڪيون؟

**جواب:** 1953ع.

**سوال:** شاهه سائين اڪثر ٽي ڪتاب پاڻ سان گڏ کڻندو هو نالا ٻڌايو؟

**جواب:** مستند رومي، شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جو رسالو ۽ قرآن مجيد.

**سوال:** شاهه سائين جي ڪن ٻه ٽن دوست بزرگن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** شاهه عنايت شهيد، خواجا محمد زمان لنواري وارو، مخدوم معين رح

**سوال:** صوفي شاهه عنايت شهيد جو ذڪر شاهه شائين پنهنجي ڪهڙي سُر ۾ ڪيو آهي؟

**جواب:** سُر رامڪلي.

**سوال:** لفظ "ڪارهين" شاهه سائين پنهنجي رسالي ۾ استعمال ڪيو آهي سندس معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** يارنهن.

**سوال:** شاهه سائين جا لفظ "س" سان شروع ٿيندڙ سُرن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** سورٺ ۽ سارنگ.

**سوال:** شاهه سائين جا "ڪ" سان شروع ٿيندڙ ڪُل ڪيترا سُر آهن، سندن نالا ٻڌايو؟

**جواب:** ڇهه: ڪيڏارو، ڪاموڏ، ڪاپائتي، ڪلياڻ، ڪوهياري ۽ ڪارايل.

**سوال:** ڪتاب "پٽ ڌڻي عرف ذڪر لطيف" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو.

**جواب:** مولوي محمد عظيم.

**سوال:** شاهه سائين جي دؤر ۾ سنڌ ۾ ڪيتريون جنگيون لڳيون.

**جواب:** 33.

**سوال:** شهر ڀنڀور جي مناسبت سان ڪهڙو قصو مشهور آهي؟

**جواب:** سسئي پنهون جو.

**سوال:** شاهه سائين لفظ تنور ڪافي جاين تي استعمال ۾ آندو آهي سندس معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** ڪوري.

**سوال:** آغا سليم جو اردو ۾ شاهه سائين متعلق ڇپيل ڪتاب جو نالو ٻڌايو ۽ اهو ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** "لالن لا لطيف" 1986ع ۾.

**سوال:** ڪتاب "دي پوئٽري آف شاهه عبدالطيف" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو ۽ اهو ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** ڊاڪٽر درشهوار سيد 1988ع ۾.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمين عمر مارئي، ليلا چنيسر ۽ مومل راڻو جا قصا ڪهڙي دؤر جا هئا؟

**جواب:** سومرن جي دؤر جا.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي مومل جون ڪيتريون ڀينرون هنيون سندن نالا ٻڌايو؟

**جواب:** اٺ؛ سومل، سجهان، سوڊي، مرم، مرادان، ڪوڏ، ڪونداهي ۽ مارڪي.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي ميهار جي مزار تي ڪهڙو بيت اُڪريل آهي؟

**جواب:** ڪنڌي ۽ جهليو ڪانهن، عاشق اُيو آهون ڪري
تو ڪيئن ٻوڙي سهٽي، ٻيلي منهنجي ٻانهن
دريا هه توتي دانهن، ڏيندس ڏينهن قيام جي.

**سوال:** انهن ٻن هندو عالمن ۽ ليکڪن جا نالا ٻڌايو جن کي شاهه سائين جو رسالو ترتيب ڏيڻ جو شرف حاصل آهي؟

**جواب:** ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي.

**سوال:** ڪتاب ”پٽ جو شاهه“ ڪي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪندڙ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** عطا محمد ڀنڀرو.

**سوال:** ڪتاب ”عرفان لطيف“ جو ليکڪ ڪير آهي؟

**جواب:** بشير احمد شاد.

**سوال:** ڀٽائي جو ڪهڙي سُر ۾ عجز ۽ انڪساريءَ جو درس آهي؟

**جواب:** سُر ڪاموڏ.

**سوال:** ڪتاب ”شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ عورت جو روپ“ ڪنهن مرتب ڪيو؟

**جواب:** ڊاڪٽر فهميده حسين.

**سوال:** شاهه سائين جي 203 عرس تي مهمان خاص ڪير هو؟

**جواب:** محمد ايوب کهڙو.

**سوال:** ڪتاب ”سنڌي ثقافت ۽ شاهه لطيف“ جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** شاهنواز سوڍر.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي مارئي جي پيدائش جو سال ڪهڙو آهي؟

**جواب:** 1300ع

**سوال:** اطلاعات کاتي شاهه سائين تي اڪيل ڪتاب ”پيغام لطيف“ [illegible] ڪنهن ورسي تي [illegible] ڪيو؟

**جواب:** 241 تي

**سوال:** لطيف سرڪار جي سر ليلا چنيسر کي پنجابيءَ ۾ ڪنهن منظوم ترجمو ڪيو، نالو ۽ سن ٻڌايو؟

**جواب:** پنجاب جي اديب نور ڪاشميريءَ 1960ع ۾ ليلا چنيسر جو منظوم ترجمو ڪيو هو.

**سوال:** شاهه سائين پنهنجي ڪهڙن سُرن ۾ سير سفر جو ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب:** سُر ڪاهوڙي ۽ رامڪلي.

**سوال:** سُر پرڀاتي ڪيترن داستانن تي ٻڌل آهي؟

**جواب:** هڪ.

**سوال:** اردوءَ ۾ لکيل ڪتاب فڪر لطيف جي ليکڪ جو نالو ٻڌائيندا؟

**جواب:** سنڌ جو ناميارو شاعر شيخ اياز.

**سوال:** "آڳميو آهي، ٻڳهه پس لطيف چئي" لفظ ٻڳهه جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** ڳهاڻا ڪڪر.

**سوال:** شاهه سائين جي مصرع جي هيٺين سٽ سندس ڪهڙي سُر مان ڪنيل آهي؟ "وهوم لاهي، آسرو الله مان."

**جواب:** سُر سارنگ.

**سوال:** شاهه سائين جي هيٺين سٽ ۾ تراين جو ذڪر آهي ٻڌايو ته "ترايون" لفظ جي معنيٰ ڇا آهي؟ "بر وٺا، ٿر وٺا، وٺيون ترايون."

**جواب:** هيناهان پٽ.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: مُحب منهنجا مرين، آڻيئي الله.

**جواب:** توکي ساريو ساهه، اُڪنديون آهون ڪري.

**سوال:** شاهه سائين جي هيٺين سٽ سندس ڪهڙي سُر مان ڪنيل آهي: "ڏڪارئي ڏيهه مان، شل موضي سڀ مرن."

**جواب:** سُر سارنگ.

**سوال:** بيت جون ٻه سٽون ٻڌائجن ٿيون ٽئين ۽ آخري سٽ لکي بيت مڪمل ڪريو:

ڀڄ ٿا ڀلاٽين، اوٺي گهٽو اُباهرا،

هوءَ جي هلڻ سنديون، ڳاهون ڳالهائين.

**جواب:** مون ڪي ٿا مرين، سڄڻ سانباهي ڪيو!

**سوال:** ٻڌايوته شاهه سائين جي هيٺين سٽ سندس ڪهڙي سُر مان آهي: "مٿي هاٿيءَ تي ماڻهو [illegible]"

**جواب:** [illegible] آسا

**سوال:** شاهه سائين جي بيت جي سٽ اهي: [illegible] پروڙي ڪينڪي" ٻڌايو ته لفظ ڪورُ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** انڌو، ڪور= هي بلوچي زبان مان ڪنيل آهي جنهن جي معنيٰ "انڌو" آهي.

**سوال:** پٽائي جي هن سٽ "سبر سيءَ پيو، نه مُون سوڙ نه گبرو" ۾ آيل لفظ گبرو جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** رلهي.

**سوال:** سر سهڻي جي ٽن اهم ڪردارن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** سهڻي- ميهار- ڏم.

**سوال:** شاهه سائين جو اهو بيت ٻڌايو جنهن ۾ هڪ لفظ جو تڪرار آهي ۽ ساڳيو لفظ هڪ ئي بيت ۾ ڇهه ڀيرا مختلف معنيٰ لاءِ استعمال ۾ آندو ويو آهي؟

**جواب:** جاهڙ اندر جيءَ، ساهڙ ڏني ساهه کي،
ساهڙ ڇڙي نه ساهه جي، ساهڙ ساهڙ ريءَ
ساهڙ ميڙ سميع، ته ساهڙ ڇڙي ساهه جي.

**سوال:** شاهه سائين جي انهن سُرن جا نالا ٻڌايو جيڪي عام طور سنڌ ۾ عورتن تي رکيا ويندا آهن؟

**جواب:** سهڻي، سورٺ، مارئي، مومل.

**سوال:** نانگ بلائن جو ذڪر شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ ملي ٿو؟

**جواب:** سر ڪارايل.

**سوال:** سج، چنڊ، تارا ۽ ڪتين جو ذڪر شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ ملي ٿو؟

**جواب:** سُر ڪنيات ۾.

**سوال:** شاهه صاحب جي ڪهڙي سُر ۾ ڏونگر لفظ سان شروع ٿيندڙ بيتن جي ڪنڊي آهي؟

**جواب:** سُر ڪوهياري.

**سوال:** شاهه سائين جي درگاهه تي ڪهڙي رات سماع ٿيندو آهي؟

**جواب:** جمعي رات.

**سوال:** علامه آءِ آءِ قاضيءَ جو ترتيب ڏنل شاهه جو رسالو ڪهڙي اداري پاران شايع ڪيو ويو آهي.

**جواب:** سنڌي ادبي بورڊ.

**سوال:** سسئي جو داستان شاهه سائين ڪيترن سُرن ۾ بيان ڪيو اهي؟

**جواب:** پنجن سُرن ۾. ڪوهياري، ديسي، معذوري، آبري ۽ سُر حسيني.

**سوال:** شاهه صاحب جو ذڪر ڪهڙي تاريخ نويس سڀ کان پهرين ڪيو اهي؟

**جواب:** مير علي شير قانع.

**سوال:** شاهہ سائين جي سورمي سهڻي ڪهڙي شهر ۾ دفنايل آهي؟

**جواب:** شهدادپور ۾

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: پريان سندي پار جي، مڙئي منائي،

**جواب:** ڪانهي ڪڙائي، چڪين جي چيت ڪري.

**سوال:** رسالي گنج جو بنيادي نسخو جيڪو شاهہ سائين جي درگاهہ تي رکيل آهي ٻڌايو تہ ڪنهن جو ڪتابت ڪيل آهي؟

**جواب:** عبدالعظيم جت.

**سوال:** شاهہ سائين جي اڪثر سُرن جا نالا داستانن يا راڳڻين جي نالن تي رکيل آهن توهان اُن واحد سُر جو نالو ٻڌايو جيڪو موسيقي جي هڪ بنيادي راڳ جي نالي تي آهي؟

**جواب:** سُر سريراڳ.

**سوال:** شاهہ سائين بابت مضمونن جو چونڊ ڪتاب "شاعرن جو سرتاج" جي مرتب ڪندڙ جو نالو ٻڌايو

**جواب:** بيگم خديجہ دائود پوٽو.

**سوال:** سنڌي ادب جي انهن ٻن بزرگن جا نالا ٻڌايو جيڪي شاهہ سائين جي مزار جي احاطي ۾ دفنايل آهي؟

**جواب:** مير عبدالحسين سانگي ۽ علامہ عمر بن محمد دائود پوٽو.

**سوال:** شاهہ سائين جي رسالي جو ڏگهي ۾ ڏگهو بيت سندس ڪهڙي سُر ۾ آهي؟

**جواب:** سُر سارنگ.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: "ڪرُ ڪاريندو سي، مانو جن پرينءَ."

**جواب:** جوش جلايا جي، ماري تن مات ڪيو.

**سوال:** شاهہ سائين جي رسالي ۾ استعمال ٿيل لفظ سُنهپ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** واقفيت- هدايت.

**سوال:** ڀٽ شاهہ تي رکيل شاهہ جي رسالي جي قديم نسخي جو پهريون بيت ڪهڙو آهي؟

**جواب:** وڏيل تي وايون ڪري، ڪُتل ڪوڪاري،
هن پڻ پنهنجا ساريا، هو هنجون هڏن هاري.

**سوال:** شاهہ سائين پنهنجو ڪلام جنهن ڏنڊ ۾ اُڇلايو انهيءَ جو نالو ٻڌائيندا؟

**جواب:** ڪراڙ ڏنڊ ۾.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڪلام جا ڪيترائي قلمي نسخا مختلف نالن سان مشور آهن اوهان ان واحد قلمي نسخي جو نالو ٻڌايو جيڪو هڪ عورت جي نالي سان آهي؟

**جواب:** مائي مُلي نعمت وارو نسخو.

**سوال:** ڀٽ تي رکيل شاهہ سائين جي ڪلام جي قديم نسخي گنج جو پهريون سُر ڪهڙو آهي؟

**جواب:** سُر سسئي.

**سوال:** سُر يمن ڪلياڻ ۾ لوهہ جي مناسبت سان شاهہ سائين ڪهڙي پيغمبر جو ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب:** حضرت دائود عليه السلام.

**سوال:** سُر يمن ڪلياڻ ۾ شاهہ صاحب ڪهڙي صوفي شاعر جو ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب:** مولانا رومي.

**سوال:** شاهہ صاحب سُر مارئي ۾ ان ڏاهي انسان جو ذڪر ڪيو آهي جيڪو حڪمت جي ڪري مشهور آهي سندس نالو ٻڌايو؟

**جواب:** حڪيم لقمان.

**سوال:** سُر سهڻي ۾ شاهہ صاحب ڪهڙي صوفي سونهاري جو.ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب:** منصور حلاج.

**سوال:** شاهہ صاحب حضرت موسيٰ جو ذڪر ٻن سُرن ۾ ڪيو آهي سندن نالا ٻڌايو؟

**جواب:** سُر آسا ۽ رامڪلي.

**سوال:** حضرت يونس عليه السلام جو ذڪر شاهہ سائين ڪهڙي سُر ۾ ڪيو آهي؟

**جواب:** سُر مارئي ۾.

**سوال:** بيت جي هڪڙي سٽ اوهان کي ٻڌائجي ٿي هيٺئين ۾ ٻي سٽ لکي بيت مڪمل ڪريو ۽ ٻڌايو ته هي بيت شاھ سائين جي ڪھڙي سُر مان آهي؟ پڇڻ پرڏيهين جو، آسڻ وٺ آهي.

**جواب:** سُر رامڪلي: لڳڻ جو لاهي، هُنئين ٽان حق لهي.

**سوال:** شاھ سائين جي رسالي ۾ آيل لفظ ”چلولو“ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** بي وفا، رذيل، ڦرندڙ.

**سوال:** شاھ سائين جي رسالي ۾ آيل لفظ ڪِيرول ڇا آهي؟

**جواب:** هڪڙي قسم جي ول يا ٻوڙو آهي.

**سوال:** ٻيڙيءَ جا گهڻي ۾ گهڻا قسم شاھ سائين ڪهڙي سُر ۾ استعمال ڪيا آهن؟

**جواب:** سُر سريراڳ.

**سوال:** جنگ جي اوزارن جو ذڪر شاھ سائين جي ڪهڙي سُر ۾ ملي ٿو؟

**جواب:** سُر ڪيڏارو.

**سوال:** ”مديون پسي منهنجون، شرمايا شيطان“ ٻڌايو ته مٿين سٽ شاھ سائين جي ڪهڙي سُر مان ورتل آهي؟

**جواب:** سُر سريراڳ.

**سوال:** سُر حسينيءَ ۾ شاھ سائين ڪهڙو قصو بيان ڪيو آهي؟

**جواب:** سسئي پنهون جو.

**سوال:** بيت مڪمل ڪري ٻڌايو ته هي شاھ سائين جي ڪهڙي سُر ۾ آيل آهي. ”جتي جيتريون، لڪيون لوھ قلم ۾.“

**جواب:** سُر معذوري. ”تتي تيتريون، گهڙيون گهارڻ آئيون.“

**سوال:** ڏکين لفظن جي معنائن تي مشتمل مرزا قليچ بيگ جو ڪتاب لغات لطيفي ڪهڙي اداري ڇپايو آهي؟

**جواب:** مهراڻ اڪيڊمي.

**سوال:** سُر ڪاموڏ ۾ ڪهڙو رومانوي داستان بيان ڪيل آهي؟

**جواب:** نوري ڄام تماچي.

**سوال:** سخي مَرد سپڙ جو ذڪر شاھ سائين پنهنجي سُر پرڀاتيءَ ۾ ڪيو آهي ٻڌايو ته سندس تعلق ڪهڙي شهر سان هو؟

جواب: لس ٻيلي سان.
سوال: حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي سوانح بابت لکيل ڪتاب لطائف لطيفي جو ليکڪ ڪير آهي؟
جواب: مير عبدالحسين سانگي.
سوال: شاهه سائين جي سوانح بابت لکيل ڪتاب "لطائف لطيفي" مير عبدالحسين سانگي ڪڏهن ۽ ڪهڙي تاريخ تي لکي پورو ڪيو؟
جواب: جمعي ڏينهن 19 جولاءِ 1888ع تي.
سوال: شاهه عبداللطيف جي ڏاڏي شاهه ڪريم جي مرشد جو نالو ٻڌائيندا؟
جواب: سلطان ابراهيم ادهم.
سوال: شاهه سائين جو پهريون اُستاد ڪير هو؟
جواب: ميان نور محمد ڀٽي وائي وارو.
سوال: شاهه سائين جو روضو ڪنهن ٺاهيو هو؟
جواب: عيدن رازو.
سوال: عيدن رازو اصل ڪٿان جو هو؟
جواب: سکر جو.
سوال: ڪتاب "لطائف اللطيف" جي لکندڙ جو نالو ٻڌايو؟
جواب: مولانا دين محمد وفائي
سوال: شاهه سائين جي وفات ۽ سن ٻڌايو؟
جواب: سن 1165هجري يعني 1752ع صفر مهيني جي چوڏهين تاريخ.
سوال: ان عورت جو نالو ٻڌايو جنهن کي شاهه سائين دُعا ڪئي ته تون وقت جي حاڪم جي زال ٿيندين؟
جواب: گلان.
سوال: گلان ڇا ڪندي هئي؟
جواب: ناچڻي (ڪڃري) هئي.
سوال: گلان ڪڃري کي شاهه سائين جي دعا سان جيڪو پٽ ڄائو اُن جو نالو ڇا هو؟
جواب: ميان غلام شاهه جيڪو پنهنجي والد ميان نور محمد ڪلهوڙي جي

وفات کان پوءِ گاديءَ تي بہ ويٺو.

**سوال:** شاهہ سائين جي شاعري جي ڏکين لفظن جي معنيٰ تي مشتمل ڪتاب لغات لطيفي جو مصنف ڪير آهي؟

**جواب:** شمس العلماء مرزا قليچ بيگ.

**سوال:** شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ "آديسي" جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** فقير، زاهد، راهب.

**سوال:** لفظ آراڙي جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** ڏٺ.

**سوال:** لفظ آسڻ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** سترو، هنڌ، گهر.

**سوال:** شاهہ جي شاعري ۾ استعمال ٿيل لفظ آگوندرو جي معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** غم ٽار، غم لاهيندڙ، سرهو ڪندڙ.

**سوال:** لفظ آڳاهين جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** اڳتي.

**سوال:** لفظ اُٻڪار جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** آواز، آهہ، دانهن، فرياد.

**سوال:** شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ پرار جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** پار، پرين پر.

**سوال:** لفظ پرتوو جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** تجلو، روشني، عڪس، پاڇو.

**سوال:** شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ پڏام ڇا آهي؟

**جواب:** هڪڙي جاءِ آهي جيڪا پٽ شاهہ جي ويجهي آهي.

**سوال:** لفظ پرڪنڌين جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** پرديس ۾، ملڪين ملڪين، پري پري.

**سوال:** لفظ پيزار جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** جُتي.

**سوال:** شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ جاجهہ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** جهجهائي. گهٽائي.

**سوال:** شاهه سائين جي رسالي ۾ استعمال ٿيل لفظ جاڙيجا ڇا آهي؟

**جواب:** هي هڪ ذات آهي جيڪا ڪڇ ڀڄ ۾ رهندي آهي ۽ جا سمن سان وڙهي هئي.

**سوال:** شاهه سائين جي شاعري متعلق تحقيقي ڪتاب عشق البات ڪڏهن ڇپيو ۽ سندس سهيڙيندڙ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** سيپٽمبر 1995ع ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو.

**سوال:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو ترتيب ڏنل شاهه جو رسالي جو پهريون جلد ڪڏهن ڇپيو ۽ اهو ڪيترن سُرن تي مشتمل آهي؟

**جواب:** سن 1410هه 1989ع ۾، ٻن سُرن، سُر ڪلياڻ ۽ يمن ڪلياڻ تي.

**سوال:** ڊاڪٽربلوچ جو ترتيب ڏنل شاهه جو رسالو جلد ٻيون ڪڏهن ڇپيو ۽ اُن ۾ گهٽا سُر شامل ڪيا ويا؟

**جواب:** سن 1413هه 1992ع ۾ پنج سُر سُر ڪنيات، سُر بروو، سُر سريراڳ ۽ سُر سامونڊي.

**سوال:** ڊاڪٽربلوچ جي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي جي ٽئين جلد ۾گهٽا سُر شامل آهن؟

**جواب:** ڪُل ست سُر.

**سوال:** شاهه سائين جون هينيون بيت سندس ڪهڙي سُر ۾ آهي؟

نہ سي ووئڻ وٽن ۾، نہ سي ڪا تاريون،
پسيو بازاريون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي؟

**جواب:** ڪاپائتي.

**سوال:** شاهه جي رسالي جي سُر ڪارايل ۾ ڪُل ڪيترا داستان آهن؟

**جواب:** جواب ٽي.

**سوال:** ڊاڪٽربلوچ جي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي جي سُر ڏهر جي شروعات ڪهڙي بيت سان ٿئي ٿي؟

بيت: الله جيئن نالوءِ تيئن مون وڏو آسرو،
خالق تنهنجي ڪانڌ جو، پرو پاند نہ ڪوءِ،
ُو رب سندوءِ، رهيو آهي روح ۾.

**سوال:** غلام محمد شاهوانيءَ جي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي ۾ ڪُل ڪيتر سُر آهن؟

**جواب:** ٽيهه.

**سوال:** شاهه عبداللطيف ڀٽائي جا وڏا اصل ڪٿان جا رهاڪو هئا؟

**جواب:** هرات.

**سوال:** شاهه سائين جي ولادت کان پوءِ سندس والد شاهه حبيب ڪهڙي شهر لڏي آيا؟

**جواب:** ڪوٽڙي.

**سوال:** شاهه سائين جو هيٺيون بيت سندس ڪهڙي سُر ۾ آهي:

سرمو سفيديءَ جو، جڏهن ناتو جن،
تڏهن ڏٺي ٿن، اڄاڻي عالم ۾.

**جواب:** سر آسا.

**سوال:** "آسا" ڇا آهي؟

**جواب:** آسا هڪ هندستاني راڳڻيءَ جو نالو آهي.

**سوال:** شاهه سائين جي اُن سُر جو نالو ٻڌايو جنهن جي مُنڍ ۾ "مان پُڇنئي سپرين...." سان بيتن جي ڪنڌي شروع ٿئي ٿي؟

**جواب:** سُر سريراڳ.

**سوال:** بيت مڪمل ڪيو: تانگهي ۾ تاڻي، ٻڌ پنهنجو تُرهو،

**جواب:** اونهي ۾ آڻي، ڪو نه ڏسنديءِ ڪو ٻيو.

**سوال:** شاهه سائين ڪهڙي شهر جي ڪُنبِ (ڪپڙو رڱڻ) جي تعريف ڪئي آهي؟

**جواب:** هالا. ڪُنبِ نه ڪاري تنهن ڪي، جو هالاري هو؟

**سوال:** شاهه سائين جي بيت جي سٽ "لڳم ٻاڻ ٻروچ جو، ڪرها ٿيا قزاق" ۾ شامل لفظ ٻاڻ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** تير، ڪمان.

**سوال:** شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ پڳهه جي معنيٰ ڇا آهي ۽ سندس ڪا ٻه اهڙي سٽ ٻه ٻڌايو جنهن ۾ لفظ پڳهه استعمال ٿيل هجي؟

**جواب:** پڳھ ٻڌڻ لاءِ نوڙي: پڳھ پاسي گهار، آيل سامونڊين جي.

**سوال:** لفظ هوڙاڪ جي معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** پيڙيون "نہ سي ترهوڙاڪ، نہ وايون وٽجارن جون."

**سوال:** شاھ سائين پنهنجي ڪهڙي سورمي ذريعي (حقيقت شريعت ۽ طريقت) جو درس ڏنو آهي؟

**جواب:** سهڻي.

**سوال:** شاھ سائين جي مصرع جي هيٺين سٽ پڙهندي سندس ڪهڙي سورمي ذهن ۾ اچي ٿي؟ "واقف نہ وٽڪار جي، باري سُڄن بر."

**جواب:** سسئي.

**سوال:** شاھ سائين جي هيٺين سٽ ۾ عربيءَ جا لفظ ڪهڙا آهن "ليل نہ جاڳئين لِک سين، ڪُلي نوم ڪياءِ."

**جواب:** نوم= ننڊ، ليل= رات.

**سوال:** شاھ سائين جي مصرع جي هيٺين سٽ ڪهڙي سُر مان ڪنيل آهي: "پيچ ۾ قطاران سات چڙهندو لڪئين."

**جواب:** سُر حسيني.

**سوال:** سُر مومل راڻي جي شروعات ڪهڙي بيت سان ٿئي ٿي، مصرع جي سٽ ٻڌايو؟

**جواب:** ڪالھ گڏيوسين ڪاپڙي، بابو بيڪاري.

**سوال:** شاھ لطيف جي شاعريءَ ۾ ڪاڪ ۽ ڪيچ جو ذڪر آيل آهي ٻڌايو تہ انهن جو تعلق ڪهڙن ڪهاڻين سان آهي؟

**جواب:** مومل راڻو ۽ سسئي پنهون.

**سوال:** شاھ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ تبرون جي معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** ڪهاڙيون.

**سوال:** شاھ سائين جي هيٺين سٽ ۾ سندس ڪهڙي سورمي جي ويس وڳن جي تعريف ڪيل آهي: "جهڙا گُل گلاب جا، تهڙا مٿن ويس."

**جواب:** مومل ۽ سندس ساهيڙين جي.

**سوال:** بيت مڪمل ڪيو: "الست بربڪم، جڏهن ڪن پيوم،

**جواب:** قالوبلي قلب سين، تڏهن تت چيوم،

تنهين وير ڪيوم، وچن ويڙهيچن سين.

**سوال:** شاهه سائين جو اُهو سر ٻڌايو جنهن جي شروعات قرآني آيت سان ٿيل آهي ۽ اُها ست به ٻڌايو؟

**جواب:** سُر مارئي: اَلست بربڪم، جڏهن ڪن پيوم.

**سوال:** شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ آيل لفظ واهندا جي معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** بهار جون هوائون.

**سوال:** "ڪهه مانڌاٽو، مڪٽي، ڊوئن پاسي ڊٽ" ٻڌايو ته ڪهه، مانڌاٽو، مڪٽي ڇا آهن؟

**جواب:** گاهن جا نالا آهن جيڪي ٿر ۾ اڪثر ٿيندا آهن.

**سوال:** شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ "گندري" جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** گندرا هڪ ذات آهي.

**سوال:** شاهه سائين پيجل جو ذڪر ڪهڙن نالن سان ڪيو آهي؟

**جواب:** مگٽو، جاجڪ، چارڻ.

**سوال:** سُر رامڪليءَ ۾ شاهه سائين ڇا جو ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب:** جوڳين ۽ سامين جو.

**سوال:** ڪتاب Shah Abdul Latif of Bhit جو ليکڪ ڪير آهي؟

**جواب:** ايڇ. ٽي. سورلي.

**سوال:** شاهه صاحب بابت ڪتاب لطائف لطيفي ڪهڙي زبان ۾ لکيو ويو هو؟

**جواب:** فارسي.

**سوال:** شاهه سائين جي سير سفر بابت لکيل ڪتاب "لطيفي سير" ڪنهن لکيو آهي؟

**جواب:** پيرو مل مهرچند آڏواڻي

**سوال:** "قُم تي پهچ قريب ڪي، اُجِلس تو نہ جڳاءِ" شاهه سائين جي هن بيت ۾ استعمال ٿيل لفظ قُم ۽ اجلس ڪهڙي زبان مان ڪنيل آهن ۽ سندن معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** عربي زبان: قُم= اٿي. اِجلس= ويهه.

**سوال:** ڪتاب ”لاڪيٽو لطيف“ جي مصنف جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** سيد قطب علي شاهه.

**سوال:** شاهه سائين جي احوال تي مشتمل ڪتاب ”تحفه الڪرام“ جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو ۽ اهو ڪڏهن لکيو ويو؟

**جواب:** مير علي شير قانع، 1767ع ۾.

**سوال:** شاهه سائين جي ڪهڙي فقير جو اولاد سندس درگاهه جي مجاوري ڪندو اچي ٿو؟

**جواب:** تمر فقير.

**سوال:** شاهه سائين جي ان مريد جو نالو ٻڌايو جنهن لاءِ پاڻ وصيعت ڪئي هيائون ته ڪين سندن پيرانديءَ ڪان دفن ڪجو؟

**جواب:** محمود شاهه.

**سوال:** شاهه سائين سُر بلاول ۾ سنڌ جي ڪهڙين سخي مردن جي ساراهه ڪئي آهي، نالا ٻڌايو؟

**جواب:** جام جکرو، راهو، ابڙي ۽ سمي جي ساراهه ڪئي آهي.

**سوال:** شاهه سائين جي هيٺين سِٽ ڪهڙي سُر مان کنيل آهي: ”جنين سک ناهه ڪو، چارڻ سب چئجن.“

**جواب:** سر پرڀاتي.

**سوال:** ”بر ۾ بورائو، ڪڻ پيادي پاڻ سين“ لفظ بورائو جي معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** سونهون، نگهبان.

**سوال:** جکرو جنهن راجا جو وزير هو اُن جو نالو ٻڌائيندا؟

**جواب:** جنيسر.

**سوال:** ”ڪتين ڪر موڙيا، ٽيڙو اُڀا ٿيئي“ ٻڌايو ته ڪتيءَ ۾ ڪيترن تارن ميڙ هوندو آهي؟

**جواب:** ڇهه.

**سوال:** ”توکي ساري سپرين، رُنم منجهه رتول“ شاهه سائين جي هن سٽ ۾ آيل لفظ رتول جي معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** محل.

**سوال:** هينيون بيت مڪمل ڪريو: ”هيڪ جيئن نہ ڄاياس، ٻيو ڄاپندي ڄي مران،
**جواب:** مڪمل بيت: گهنگهر گهٽو ٿياس، ڄاپي ماروئڙن ٿي.
**سوال:** شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ڪيل لفظ پاروڙي جي معنيٰ ٻڌايو ۽ سندس شاعريءَ مان ڪا بہ هڪ سٽ ٻڌايو جنهن ۾ لفظ پاروڙي استعمال ٿيل هجي؟
**جواب:** ڪٿي. سٽ: ”پرم پاروڙيءَ رهي، جنهن ۾ اڇي اُن.“
**سوال:** شاهہ سائين جي هينين سٽ ڪهڙي سُر مان ڪنيل آهي ۽ اُن ۾ استعمال ٿيل لفظ ساڏوهيون جي معنيٰ ٻڌايو. ”نيئن تند وهہ ٿي، ساري ساڏوهيون.“
**جواب:** سُر مارئي، ساڏوهيون ڪبڙجي ان وٽن کي چيو ويندو آهي جنهن ۾ پيرون پچندا آهن.
**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: مليران مارو، پکي پيهي آئيو،
**جواب:** وريا واهارو، هاٺو سڀ هيٺا ٿيا.
**سوال:** ”آهين نار اڪين جو، وٺان مون مَ وڃيج“ ٻڌايو تہ هي سٽ ڪهڙي سُر مان ڪنيل آهي؟
**جواب:** ڪاموڏ.
**سوال:** شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ ميڪر جي معنيٰ ڇا آهي؟
**جواب:** مانگر مڇ: ”ميڪر مارِيائون، ملاحن مُنهن سزا“
**سوال:** شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ سزا جي معنيٰ ڇا آهي؟
**جواب:** سرها.
**سوال:** شاهہ سائين جي سٽ: ”ڪاتي تکي مَ ٿئي، مرمنيائي هوءِ“ ۾ استعمال ٿيل لفظ مرمنيائي جي معنيٰ ٻڌايو؟
**جواب:** مُڏي.
**سوال:** شاهہ سائين جي سٽ ”سر جدا، ڌڙ ڌار، دوڳ نيئن جا ديگ ۾“ ڪهڙي سُر ۾ آهي؟

**جواب:** سُر ڪلياڻ.

**سوال:** هيٺيون بيت مڪمل ڪريو: پريان سندي پار جي، مڙيئي مٺائي.

**جواب:** ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.

**سوال:** "سر سانداڻ ڪري، پُڇج گهر لوهار جو" هي ست شاهه سائين جي ڪهڙي سُر مان آهي؟

**جواب:** يمن ڪلياڻ.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: "عاشق عزازيل، پيا مڙئي سڏڙيا.

**جواب:** منجهان سِڪ سبيل، لعنتي لال ٿيو.

**سوال:** چڻن توءِ مَ چڻ، پاءِ اُميري اُن سين. لفظ اُميري جي معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** چڻل ڏاڳي کي اهڙي ڳنڍ ڏيڻ جو اُها معلوم نه ٿئي.

**سوال:** سُرمو سهي ڪر اکين جو، خاص پريان جي... شاهه سائين جي هن وائي جو اڳتي ايندڙ لفظ ٻڌايو؟

**جواب:** خاڪ. سرمو سهي ڪر اکين جو، خاص پريان جي خاڪ...
الا يار سڄڻ جي فراق آئون ماري.

**سوال:** "وڪر سو وهاءِ، جو پئي پراڻو نه ٿئي" شاهه سائين جي هيءَ ست ڪهڙي سُر ۾ آيل آهي؟

**جواب:** سُر سريراڳ.

**سوال:** "ٻيڙي پراڻي، وڪر پاءِ مَ وترو" لفظ وترو جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** جهجو، گهڻو.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي سهڻيءَ جي پيءُ جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** تُلا.

**سوال:** ميهار جو اصل نالو ڇا هو؟ ٻڌايو ته هُو ڪٿان جو رهاڪو هو؟

**جواب:** عزت بيگ، بخارا جو رهندڙ هو.

**سوال:** "هُئي طالب حق جي، توڏي لاکون توڙ" شاهه سائين هن ۾ توڏي ڪنهن کي سڏيو آهي؟

**جواب:** سهڻي کي.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: جي قيام مڙن، ته ڪر اوڏا سپرين.

**جواب:** تهان پري سُڄن، واڏايون وصال جون.

**سوال:** ”وڃين ڇو وٽڪار، هٿ نہ ڳولهين هوت کي“ هي سٽ شاهہ سائين جي ڪهڙي سُر مان کنيل آهي؟

**جواب:** سُر سسئي آبري

**سوال:** ”اُٺ ويري، اوٺار ويري، ويري ٿيڙم ڏير“ هي سٽ شاهہ سائين جي ڪهڙي سُر مان کنيل آهي؟

**جواب:** سر ديسي.

**سوال:** ”نيو نماڻي پاڻ سين، ٻانهي جهلي ٻُر“ ٻڌايو تہ لفظ ٻُر جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** وارن جي چڳ.

**سوال:** شاهہ سائين جي سٽ ”ڇپر ڇمر پانيان، ڪانيو ۽ ڪارو“ ۾ ٻڌايو تہ ڪانيو ۽ ڪارو ڇا آهن؟

**جواب:** جبلن جا نالا آهن.

**سوال:** شاهہ سائين جي هڪ بيت جي سٽ آهي: ”پنهل نيو پاڻ سين، پورهيت پرتياڻي“ ٻڌايو تہ لفظ پرتياڻيءَ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** ڏوپياڻي.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: رسڻ نہ آهي ريت، پهنيءَ پاهت ناهہ ڪو،

**جواب:** پسيو منجهہ پريت، جيهائي جوڙ وهي.

**سوال:** ”ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ريءَ“ شاهہ سائين جي هيءَ سٽ ڪهڙي سُر ۾ آهي؟

**جواب:** سُر حسيني.

**سوال:** ”مون ۾ عيبن ڪوڙ، تون پاڻ سڃاڻج سپرين“ شاهہ سائين جي هيءَ سٽ ڪهڙي سُر مان آهي؟

**جواب:** سُر ڪاهوڙي.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: پڇي آئين پڇڻا، لڄائي مون يار،

**جواب:** ويٺيون ڪن ڪوار، منهن مٺاهان جن جا.

**سوال:** ”مو ناطور سينا، سدا سنياسين“ ٻڌايو تہ لفظ ”مونا“ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** گوڏا.

**سوال:** "پنن ڪين پٽ ڪٽي، گهُرن ڪين گهران" ٻڌايو تہ لفظ پٽ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** ڪشتو، ڪشڪول.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: ٻاروچو ٻي پٽ، جيڪس ڏنو جيڏيين،

**جواب:** مون جيئن موڙهين مَت، پسندي پنهون ڪي.

**سوال:** "ڪاپائتي" جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** ڪتڻ واري يا "ڪاتار".

**سوال:** شاهہ سائين جي سُر ڪاپائتي ۾ ڪنهن جو ذڪر ٿيل آهي؟

**جواب:** اُٽڻ يا چرخي، ڪتڻ وارين ۽ آٽڻ جو

**سوال:** شاهہ سائين جي بيت جي هيٺين سٽ ڪهڙي سُر مان ڪنيل آهي؟
"ڪانگل سيئي ڪوٺ، پرين جي پرڏيهہ ويا."

**جواب:** سُر پورب.

**سوال:** شاهہ سائين سر پورب جي پهرين داستان ۾ ڪهڙي پکيءَ جو ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب:** ڪانگل.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڪهڙي سُر ۾ جهونا ڳڙهہ جي راجا جو ذڪر آهي، سُر ۽ راجا جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** سُر سورٺ، راجا= راءِ ڏياچ.

**سوال:** شاهہ سائين جي پراڻن رسالن ۾ "توڏي" نالي سان هڪڙو سُر آيل آهي؛ ٻڌايو تہ اُن ۾ ڪهڙو قصو بيان ڪيو ويو آهي؟

**جواب:** سهڻي ميهار جو.

**سوال:** "سورن سانگهارو، ڪڏهن تان ڪو نہ ڪيو" ٻڌايو تہ مٿئين سٽ ۾ آيل لفظ سانگهارو جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** گهڻتائي.

**سوال:** ڪتيري شاهہ سائين پنهنجي ڪهڙي سورمي کي سڏيو آهي؟

**جواب:** مارئي کي.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڇپيل رسالن جي شروع ۾ ڪهڙو سُر آيل آهي؟

**جواب:** سُر ڪلياڻ.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: نہ ڪي رُئڻ واريون، نہ ڪي اوسارين.

**جواب:** مونهين ڪي مارين، مونهين سندا ڏڪڙا.

**سوال:** ٻڌايو تہ ڪتاب "ٽي عظيم شاعر" ۾ ڪهڙن ٽن عظيم شاعرن جو ذڪر آيل آهي؟

**جواب:** (1) حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، (2) ڪوي ڪاليداس (3) وليم شڪسپيئر.

**سوال:** ڪتاب "ٽي عظيم شاعر" جي ليکڪ جو نالو ڇا آهي؟

**جواب:** هولارام هنس.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: توکي رسي "نو" ڏٺي! سپوئي جمال

**جواب:** ڪونهي ٻيو خيال، جي شارڪ! شڪ وڃائيين.

**سوال:** هي سٽ شاهہ سائين جي ڪهڙي سُر مان ڪنيل آهي "ڪن ڪٿ، ڪا پٽ، ڪاپڙي، ڪنٿويا ڪن ڀار.

**جواب:** سُر رامڪلي.

**سوال:** لاکي ڦلاڻي جو ذڪرشاهہ سائين ڪهڙي سُر ۾ ڪيو؟

**جواب:** سُر ڏهر ۾.

**سوال:** ٻڌايو تہ ريبارڻ جو ذڪر شاهہ سائين ڪهڙي سُر ۾ ڪيو ۽ هُوءَ ڪير هئي؟

**جواب:** سُر ڏهر ۾. هُوءَ لاکي ڦلاڻي جي حريف هئي.

**سوال:** سُر ڪيڏاري ۾ شاهہ سائين ڪهڙي مشهور واقعي جو ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب:** ڪربلا واري واقعي جو.

**سوال:** سڀ کان وڌيڪ تفصيل سان ڪهڙي سورمي کي شاهہ سائين ڳايو آهي؟

**جواب:** سسئي کي.

**سوال:** شاهہ سائين جي سورمي سسئي جي ماءُ جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** مُنڌر.

**سوال:** ٻاجهوناڳڙهہ جو ذڪر شاهہ سائين ڪهڙي سُر ۾ ڪيو آهي؟

**جواب:** سُر سورٺ ۾.

**سوال:** ٻڌايو ته شاهه سائين سُر يمن ڪلياڻ ۾ ڪهڙو داستان بيان ڪيو آهي؟

**جواب:** موکي ۽ متارا.

**سوال:** ٻڌايو ته ناتر ۽ موکيءَ جو پاڻ ۾ ڪهڙو رشتو هو؟

**جواب:** موکي ناتر جي ڌيءَ هئي.

**سوال:** ڪهڙي ملائڪ جي عشق جي شاهه سائين تعريف ڪئي آهي؟

**جواب:** عزازيل: عاشق عزازيل، پيا مڙئي سڌڙيا.

**سوال:** لفظ سڌڙيا جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** اجايون سڌون ڪندڙ.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: ڏونگر پوئين ڪير، سڄڻ ميخون ڏنگرين،

**جواب:** ههڙا سيڻ سُڌير، ڪيڻءَ لهندن ڪي پيا.

**سوال:** "اسان اُڌارا، آئي آونگ چاڙهيا" لفظ آونگ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** ڪُنا، باسڻ، برتن.

**سوال:** "مون اُپي تڙوت، پربڻ‌ءَ پڳهه چوڙيا" لفظ پڳهه جي معنيٰ ٻڌائيندا؟

**جواب:** ٻيڙيءَ ڪي ٻڌڻ جو رسو.

**سوال:** پتنگن جي پريت جو ذڪر شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ ملي ٿو؟

**جواب:** يمن ڪلياڻ.

**سوال:** موکي متارا ڪهاڻيءَ جو تعلق سنڌ جي ڪهڙي حصي سان آهي؟

**جواب:** ڪراچي گڏاپ ۾ موکي هڪڙي ديهه جو نالو آهي.

**سوال:** روميءَ جي رهاڻ جو ذڪر شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ ملي ٿو؟

**جواب:** سُر يمن ڪلياڻ.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: "اهم اُئي ميهڙي، سَمُن سرتين ساڻ،

**جواب:** ڪه پرلاءِ ان ڪاڻ، وڃي ويڙهيچن سين.

**سوال:** وسارج م ويڻ، جوين ٻـ تي ڏينهڙا... شاهه سائين جي اها وائي سندس ڪهڙي سُر ۾ آهي؟

**جواب:** يمن ڪلياڻ.

**سوال:** محبت جي ميدان ۾ ڪنڌيءَ وارا بيت شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ ملن ٿا؟

**جواب:** سُر يمن ڪلياڻ.

**سوال:** شاهه سائين چنڊ کي قاصد ڪهڙي سُر ۾ بڻايو آهي؟

**جواب:** ڪنيات ۾.

**سوال:** "بندر جان پيئي، تہ سڪائيا م سمهو" مٿين سٽ شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ آهي؟

**جواب:** سُر سريراڳ.

**سوال:** لفظ ڀنجُو جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** مٽي، قبر.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: درا منجهه دوست ٿيو، موٽي ڀڄ پاهين،

**جواب:** عبث اڳاهين، وڃو ڪو ڪيين ڪاند ڪي.

**سوال:** شاهه سائين جي چونڊ شاعري تي مشتمل ڪتاب "شاهه جو چونڊ شعر" ڪهڙي اداري پاران ڇپايو ويو؟

**جواب:** ساهتيہ اڪاديمي نئي دهلي.

**سوال:** قر قل، لونگ ۽ ڦوٽن جون ذڪرُ شاهه سائين ڪهڙي سُر ۾ ڪيو آهي؟

**جواب:** سُر سريراڳ.

**سوال:** ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جو ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي جو انتساب ڪنهن جي نالي ٿيل آهي؟

**جواب:** اُن وقت جي سنڌ جي گورنر ليفٽيننٽ جنرل جهانداد خان جي نالي.

**سوال:** ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جو ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي جو پهريون ڇاپو 1866ع لپيا جرمنيءَ ۾ ڇپيو هڊايو تہ سنڌ ۾ ان جو ٻيو ڇاپو ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** 1985ع ۾.

**سوال:** شاهه سائين جو پارکو ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ ڪٿي ۽ ڪڏهن ڄائو؟

**جواب:** جرمنيءَ ۾ 13 مارچ 1928ع تي.

**سوال:** ڪتاب "شاهاڻو شاهه" جي مصنف جو نالو ٻڌائيندا؟

**جواب:** مسٽر لالچند امرڏنو مل جڳتياڻي.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: جي وڃڙم اڄ، سي ڪڏهن ايندا مان گهرين!

**جواب:** پريان جي هُن پار ڏي، وڃي دنگي ڏڄ،
ساموندبيڪو ڏجهه، مارينڌم ڪڌهين.

**سوال:** جهڙو تُون صبوح، تهڙي صافي سڄڻين. ٻڌايو تہ مٿين سٽ شاهہ سائين جي ڪهڙي سُر ۾ آيل آهي؟

**جواب:** ڪنڀات.

**سوال:** شاهہ سائين جي رسالي ۾ آيل لفظ ڪچيا جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** دبيا.

**سوال:** ”جي ڪر لڌائون، تہ بندي بند نہ ساريو“ هن سٽ ۾ شاهہ صاحب ڪهڙي سورمي جي جذبن جي ترجماني ڪري ٿو؟

**جواب:** مارئي.

**سوال:** ڪنهن جي تند تنوار راءِ ڏياچ کي موهيو جو هو سر ڏيڻ لاءِ بہ تيار ٿي ويو؟

**جواب:** بيجل.

**سوال:** ڪيچ ۽ پنيور جو ذڪر شاهہ سائين ڪهڙي داستان ۾ ڪيو آهي؟

**جواب:** سسئي پنهون.

**سوال:** ”اڇي لالڻ لٽ، ميان مئي جو لوڙهہ لڪن ۾“ ٻڌايو تہ هيءَ مصرع ڪنهن بيت يا وائي جي آهي؟

**جواب:** وائي جو ٿلهہ آهي.

**سوال:** ڏاگهن، ڏيرن ۽ ڏونگرن جي ذڪر سان شاهہ سائين جي ڪهڙي سورمي جو تصور ذهن تي تري ٿواچي؟

**جواب:** سسئي.

**سوال:** ڪنڌي جي وڻ سان شاهہ سائين ڪهڙي سُر ۾ مخاطب ٿيو آهي؟

**جواب:** سُر ڏهر ۾.

**سوال:** هي بيت شاهہ سائين جي ڪهڙي سُر مان ورتل آهي؟ ڪتو جي ڪانو، پريان سندي پار جو،
انهي مٿان آئون، ڪوڙين قرباني ٿيان.

**جواب:** سُر پورب.

**سوال:** هي سٽ شاهہ سائين جي ڪهڙي سُر مان آهي: ”آئون نہ ڳڏي پرينءَ

ڪي، عمر تان ويئي.“

**جواب:** سر معذوري.

**سوال:** لفظ ”اُپائجن“ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** جهڪو ٿين.

**سوال:** لفظ ”ميندا“ سان شروع ٿيندڙ شاهه سائين جو ڪو به هڪڙو بيت ٻڌايو؟

**جواب:** ميندا ڏوءِ نه مارئي، نه ڪِلي نه ڪاءِ،

عمر جي انصاف جا، ويئي واساما ڳاءِ،

هيءَ جا ڪيءِ هاءِ، مهندا! ايندئي منهن ۾.

**سوال:** لفظ ميندا جي معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** وارن جون ڇڳون.

**سوال:** ”متو آهين مچ، تلهو تو ٿونا هٿين“ هن مصرع جي ٻي سٽ ٻڌائيندا؟

**جواب:** جا تو پائئي اچ، تنهن پاٽي پنا ڏينهڙا.

**سوال:** شاهه سائين جي بيتن مان اهڙي مصرع ٻڌايو جنهن ۾ لفظ فرقان استعمال ٿيل هجي؟

**جواب:** فڪر سين فرقان ۾، اسم اعظم ڏور.

**سوال:** ”ڪيو مطالع مون، هو جو ورق وصال جو“ هي بيت جي سٽ آهي اوهان بيت جي ٻي سٽ ٻڌايو؟

**جواب:** تنهن ۾ تون ئي تُون، ٻي لات نه لحظي جيتري.

**سوال:** شاهه سائين جو اهڙو بيت ٻڌايو جنهن ۾ اندر اجارڻ ۽ اکر الف پڙهڻ جي تلقين ڪئي وئي هجي؟

**جواب:** اکرُ پڙهه الف جو، ورق سڀ وسار،

اندر تون اُجار، پنا پڙهندين ڪيترا.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: جيڪي منجهه جهان، سو تاري تڳي تنهنجي،

**جواب:** لطف جي لطيف چئي، تو وٽ ڪمي ڪان

عدل ڇٽان آءٌ نه، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو.

**سوال:** ”سيئي سبحان جي ڪر حوالي“ هي سٽ شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ آيل آهي؟

**جواب:** سُر سريراڳ ۾.

**سوال:** شاهه سائين جو اهڙو بيت ٻڌايو جنهن ۾ خودداريءَ جو درس هجي؟

**جواب:** سپريان جي تُرهي ٻُڏي، هٿ م لاءِ
صباح تون چونداءِ، اسان تو اُڪاريو.

**سوال:** ڪهڙي سُر ۾ شاهه سائين پنهنجي بيتن ڪي آيتون سڏيو؟

**جواب:** سُر سهڻي.

**سوال:** منڪر ۽ نڪير جو ذڪر شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ ملي ٿو؟

**جواب:** سُر سسئي آبري.

**سوال:** "برو هو ينيور، جو آرياڻيءَ اجاريو" هتي آرياڻي مان مراد ڪهڙي هستي آهي؟

**جواب:** محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم.

**سوال:** وطن سان محبت جو درس شاهه سائين جي ڪهڙي سُر مان ملي ٿو؟

**جواب:** سر مارئي.

**سوال:** شاهه سائين جنات عدن جو ذڪر ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

**جواب:** سُر سورٺ.

**سوال:** شاهه سائين جي ان فقير جو نالو ٻڌايو جيڪو سندس جت هو؟

**جواب:** فقير عنايت وساڻ.

**سوال:** شاهه سائين ٻه يتيم ڪتا پاليا هئا: سندن نالا ٻڌايو؟

**جواب:** موتي ۽ ڪيهون.

**سوال:** شاهه سائين جي اُن فقير جو نالو ٻڌايو جيڪو نون ايندڙ فقيرن کي نماز سيکاريندو هو؟

**جواب:** عارف فقير ٽيبو.

**سوال:** شاهه سائين جي شاعري ۾ آيل لفظ آزي جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** منٿ، نياز، زاري.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: عالم آئون ساڻ، پريو تو پير ڪري،

**جواب:** پاڻ نہ آهي ڄاڻ، ماندي مند ٻڪيڙيو.

**سوال:** هي بيت شاهه سائين جي ڪهڙي سُر مان ورتل آهي: تانگهي ۾ تاڻي ٻڌ پنهنجو ترهو.

اونهي ۾ آئي، ڪو نه ڏيندئي ڪو پيو.

**جواب:** سُر سريراڳ

**سوال:** لفظ سيڻ جي معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** سجڻ، پرين

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي مومل ڪهڙي راجا جي ڌيءَ هئي؟

**جواب:** راجا نند.

**سوال:** خزانہ العارفين جي نالي سان شاهه سائين جي بيتن جي شرح ڪهڙي عالم جو لکيل آهي؟

**جواب:** مولوي در محمد خاڪ ڪانڌڙي جو.

**سوال:** شاهه سائين جو رسالو سهيڙيندڙ ۽ شارح ڪلياڻ آڏواڻيءَ جو پورو نالو ڇا آهي؟

**جواب:** ڪلياڻ بولچند آڏواڻي.

**سوال:** ڪتاب "شاهه جي رسالي جا سرچشما" جي مرتب جو نالو ٻڌائيندا؟

**جواب:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ.

**سوال:** عربي ٻوليءَ ۾ شاهه جي ڪلام جو شرح ڪهڙي عالم ڪيو آهي؟

**جواب:** ڊاڪٽر فضل رحيم سومرو.

**سوال:** شاهه سائين جي شارح گربخشاڻي جو پورو نالو ڇا آهي؟

**جواب:** هوتچند مولچند گربخشاڻي.

**سوال:** شاهه سائين جو ڪلام سندس وفات کان پوءِ ڪيتري عرصي کان پوءِ لکيو ويو؟

**جواب:** 42 سال پوءِ.

**سوال:** ڪلياڻ شاهه سائين جي هڪڙي سُر جو نالو آهي سندس معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** سُک، آرام، امن.

**سوال:** شاهه سائين جي رسالي جي منتخب چراغ حقيقت ڪنهن تيار ڪئي؟

**جواب:** خواجا سلطان علي فدائي.

**سوال:** لطيف سرڪار جون اکيون ڪهڙي سفر دؤران اُٿيون هيون؟

**جواب:** ٿر جي سفر دوران.

**سوال:** شاهه سائين جڏهن پهريون ڀيرو هنگلاج ويو ته اُن وقت سندس عمر ڪيتري هُئي؟

**جواب:** 21 ورهيه.

**سوال:** شاهه سائين جڏهن ٻئي ڀيري هنگلاج ويو ته ان وقت سندس عمر ڪيتري هئي؟

**جواب:** 51 ورهيه.

**سوال:** شاهه سائين جي سورمي سسئيءَ کي ڪنهن پاليو هو؟

**جواب:** محمد ڪٺيءَ.

**سوال:** سُر ڪيڏاري ۾ ڪيترن ئي جنگي هٿيارن جو ذڪر آهي اوهان ڪن ٻه ٽن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** تلوار، تير، ۽ ڀالا وغيره.

**سوال:** لطيف سرڪار پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪي ٻه پاراتا ڏنا هئا اهي ڪهڙا آهن؟

**جواب:** (1) مرزا مغل بيگ کي پٽيو، (2) هڪڙي ماڇيءَ کي پٽيو جنهن کو خراب ڪم ڪيو هو.

**سوال:** سنڌ جي انهن ٻن حڪمرانن جا نالا ٻڌايو جيڪي شاهه سائين جا مريد ٿيا؟

**جواب:** ميان نور محمد ڪلهوڙو ۽ سندس پٽ ميان غلام شاهه ڪلهوڙو.

**سوال:** شاهه سائين ڪيتري عمر ۾ ڪربلا جي زيارت لاءِ سنبريا هئا؟

**جواب:** 62 سالن ۾.

**سوال:** سُر مومل راڻي جي قصي ۾ شاهه سائين سنهڙو ڏماچاڻي جو ذڪر ڪيو ٻڌايو ته سنهڙو ڏماچاڻي ڪير هو؟

**جواب:** ڪوٽڙيءَ جي الهندي پاسي 80 ميلن جي پنڌ تي لوئنگ تي حڪمراني ڪندو هو.

**سوال:** شاهه سائين جو ڪهڙو سورمو سياڻپ ۾ وڏو ڏاهو؟

**جواب:** راڻو ميندرو.

**سوال:** هنگلاج جي نانيءَ جو ذڪر شاهه سائين جي ڪهڙي سُر ۾ ملي ٿو؟

**جواب:** سُر رامڪليءَ ۾.

**سوال:** شاهہ سائين جي ڪھڙي سُر ۾ ڏند جي پڪين جي عادتن جو ذڪر آهي؟

**جواب:** ڪارايل.

**سوال:** ڪتاب "شان نزول" جيڪو شاهہ سائين جي بيتن متعلق آهي اُن جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** انور علي شاهہ اظهر گيلاني.

**سوال:** شاهہ سائين بلوچيءَ جا لفظ پنهنجي ڪھڙي سُر ۾ استعمال ڪيا آهن؟

**جواب:** ديسيءَ ۾.

**سوال:** شاهہ سائين هي بيت ڪٿي چيو هو:

"نڪو جن جهان ۾، نڪو سجهي ڀاڱ
سبئي ڇڏي سانگ، ٿا ڇپر مرن جاڙڪي."

**جواب:** جڏهن لاهوت جي سفر ڪان پوءِ سندس والد شاهہ حبيب ڪيس روڪيو هو.

**سوال:** شاهہ سائين جي دوست مخدوم نارو جو اصل نالو ڇا هو؟

**جواب:** مخدوم محمد معين.

**سوال:** شاهہ سائين کي ڪُل ڪيترا سؤٽ هئا؟

**جواب:** ٻہ سئوٽ.

**سوال:** لطيف سائين جي والد شاهہ حبيب جي ڏاڏي سيد جمال شاهہ جي مزار ڪٿي آهي؟

**جواب:** گولہ پير جي مقام تي، مڪان شريف کان اُتر طرف پنجن ڪوهن جي پنڌ تي.

**سوال:** لطيف سائين جي ترڙ ڏاڏي شاهہ عبدالڪريم کي ڪيترا پٽ هئا. نالا ٻڌايو؟

**جواب:** اٺ: (1) سيد لال محمد شاهہ (2) سيد جمال شاهہ (3) سيد الله شاهہ (4) سيد حسين سجاده (5) سيد عبدالرحيم (6) سيد برهان شاهہ (7) سيد دين محمد سجاده (8) سيد عبدالقدوس شاهہ.

**سوال:** شاهہ سائين جي ترڙ ڏاڏي شاهہ ڪريم جي وڏي فرزند جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** سيد لال محمد شاهہ.

**سوال:** شاهہ سائين سُر ڪيڏاري ۾ ڪربلا جي واقعي جو ذڪر ڪيو ٻڌايو

تہ اُن واقعي ۾ امام حسين عليہ السلام جي خاندان جا ڪُل ڪيترا ماڻهو شهيد ٿيا؟

**جواب:** 22 ڄڻا

**سوال:** شاهہ سائين سُر سارنگ ۾ ڪهڙن (ملڪن) ۽ (شهرن) جو ذڪر ڪيو، نالا ٻڌايو؟

**جواب:** استنبول، سمرقند، روم، ڪابل، قنڌار، دهلي، دکن، چين، گرنار، جيسلمير، ڀڄ، عمرڪوٽ وغيره؟

**سوال:** ڪتاب "ڇند سڳند" شاهہ سائين جي شعرن بابت معلوماتي ڪتاب آهي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** جهمٽ مل ڀاوناڻي.

**سوال:** شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ آيل لفظ مامري جا آهي؟

**جواب:** ڏک يا درد.

**سوال:** غلام محمد خانزئي َجي لکيل شاهہ جي رسالي ۾ 36 سُر آهن ٻڌايو تہ انهن مان ڪهڙي سُر ڪي شاهہ سائين جو نٿو مڃيو وڃي؟

**جواب:** هير رانجهو.

**سوال:** شاهہ سائين جي ترُ ڏاڏي شاهہ ڪريم کي ڪيتريون نياڻيون هُيون؟

**جواب:** ٽي نياڻيون.

**سوال:** شاهہ سائين جي ترُ ڏاڏي شاهہ ڪريم جي والد جو نالو ڇا هو؟

**جواب:** سيد لال محمد شاهہ.

**سوال:** شاهہ سائين جي ترُ ڏاڏي شاهہ ڪريم جي ولادت جي تاريخ اسلامي سال موجب ڪهڙي آهي؟

**جواب:** 20 شعبان.

**سوال:** ٻارڙن لاءِ لکيل ڪتاب "ٻارن جو شاهہ" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** انور هالائي.

**سنوال:** "رضوان حق" مان شاهہ سائين جي وفات جو هجري سال نڪري ٿو ٻڌايو تہ رضوان حق ڪهڙي عالم ڪڍيو؟

**جواب:** قاضي ابراهيم هالائي.

**سوال:** ڪوڻڙي ڪبير ڏانهن ويندي شاهہ سائين جي ملاقات ڪهڙي بزرگ

سان تي؟

**جواب:** مخدوم محمد صديق قريشيءَ سان.

**سوال:** شاهه سائين ملتان ۾ ڪهڙي بزرگ سان ملاقات ڪئي؟

**جواب:** مخدوم پاون شاهه سان.

**سوال:** شاهه سائين ڪهڙي عيسوي سن ڏاري ڀٽ تي سڪونيت اختيار ڪرڻ جو ارادو ڪيو؟

**جواب:** 1728ع کان 1729ع ڌاري.

**سوال:** شاهه سائين پنهنجي رسالي ۾ ڪهڙي جانور جو گهڻو ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب:** اُٺ جو.

**سوال:** سنڌيءَ ٻولي کان علاوه شاهه سائين کي ٻين ڪهڙين ٻولين جي ڄاڻ هئي؟

**جواب:** عربي، فارسي، بلوچي، سرائڪي، هندي ۽ پنجابي.

**سوال:** شاهه سائين جي ڪجهه شاعري عربيءَ ۾ به ترجمو ٿيل آهي ترجمي نگار جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** علامه غلام مصطفيٰ دادوي.

**سوال:** ڪتاب ”شاهه لطيف تي تحقيق“ جو مرتب ڪندڙ ڪير آهي؟

**جواب:** ڊاڪٽر درشهوار سيد.

**سوال:** ڪتاب ”شاهه لطيف تي تحقيق“ ۾ شاهه سائين جي شاعري بابت ڪُل ڪيترا موضوع/ مقالا آهن؟

**جواب:** اٺ.

**سوال:** شاهه سائين جي والد شاهه حبيب جي وفات جو هجري سال ٻڌايو؟

**جواب:** 1144هه.

**سوال:** ڀٽ شاهه تي ڀِٽائي جي رهنمائي ۾ ڪُل ڪيترو عرصو راڳ ٿيندو رهيو؟

**جواب:** 21 سالن تائين.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: سيئي سهاڳڻيون، سيني ڳچيءَ هس،

**جواب:** پسڻ ڪارڻ پرين جي، وڏا ڪيائون وس،
ڊول تنئين جي گس، هيناهيون هلن جي.

**سوال:** ”ايڪيهين صدي ۽ لطيف شناسيءَ لاءِ نيون سوچون“ ڪنهن جو

لکيل مقالو آهي؟

**جواب:** ڊاڪٽر غلام علي الانا جو جيڪو ڪتاب "شاهه لطيف تي تحقيق" ۾ آيل آهي.

**سوال:** شاهه سائين جي رسالن جي ڇپجڻ جي شروعات ڪهڙي سن کان ٿي.

**جواب:** 1866ع ۾ جرمني مان ڊاڪٽر ٽرمپ جي رسالي سان.

**سوال:** شاهه سائين جي رسالي جو (نسخو) ٻيو ڇاپو "قاضي ابراهيم وارو" ڪڏهن ۽ ڪٿي ڇپيو؟

**جواب:** 1867ع بمبئي ۾.

**سوال:** شاهه سائين جي قاضي موسيٰ جو قلمبند ڪيل رسالي ۾ ڪل ڪيترا بيت ۽ وايون آهن؟

**جواب:** ڪُل تقريباً ارڙهن سئو. جنهن ۾ 65 وايون ۽ ٻيا بيت آهن.

**سوال:** بيت شاهه تي رکيل رسالي گنج ۾ ڪُل ڪيترا بيت ۽ وايون شامل آهن؟

**جواب:** تقريباً چار هزار کان مٿي.

**سوال:** ڪتاب "شاهه جي شاعري ۾ علامت نگاري" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: جي ميراثي مڱڻا، آءُ پڻ منجهان تن

**جواب:** ڪي ڪجهه مُنهنجي ڪن، ارٿ منجهاران اُن جي.

**سوال:** ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ پاڪستاني ٻولين جا صوفي شاعر" تحقيق ۽ تحرير ڪندڙ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ڪمال ڄامڙو ۽ طارق عزيز شيخ.

**سوال:** ڪتاب "شاهه ۽ سنڌ" جي سهڙيندڙ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ڊاڪٽر فهميده حسين.

**سوال:** ڪتاب "شاهه ۽ سنڌ" ڪهڙي اداري ڇپايو آهي؟

**جواب:** شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي.

**سوال:** انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ رهندڙ قومون" جنهن ۾ شاهه سائين جو ذڪر به آهي ڪنهن جو لکيل آهي ۽ اهو ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** رچرڊ برٽن 1851ع ۾.

**سوال:** کهڙن جي مخدومن جي علمي لائبريري ۾ موجود فارسيءَ جي ٻن قلمي نسخن ۾ بہ شاهہ سائين جو احوال ملي ٿو، نالا ٻڌايو؟

**جواب:** "گنجينا جهان نما" ۽ "تذڪره مخاديم کهڙا".

**سوال:** شان نزول جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو، ٻڌايو تہ اهو ڪڏهن ڇپيو؟

**جواب:** انور علي شاهہ اظهر گيلاني، 1956ع.

**سوال:** انگريزيءَ ۾ لکيل ڪتاب The Song of Kinjhar Lake ڪنهن جو لکيل آهي؟

**جواب:** تيرٿ داس هوتچند.

**سوال:** شاهہ سائين تي پهرين پي ايچ ڊي ٿيسز ايچ ٽي سورلي لکي ٻڌايو تہ اها ٿيسز ڪتابي صورت ۾ ڪڏهن ڇپي؟

**جواب:** 1940ع ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس.

**سوال:** ٻڌايو تہ ايچ ٽي سورلي جي شاهہ سائين تي لکيل ٿيسز ڪيترن ڀاڱن ۾ آهي؟

**جواب:** ٽن ڀاڱن ۾.

**سوال:** ڀارت ۾ شاهہ سائين تي انگريزيءَ ۾ بہ پي ايچ ڊي ٿيسز لکيون ويون، انهن جي لکندڙن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** ڊاڪٽر موتي لعل جوتواڻي ۽ ڊاڪٽر سنتداس جهانگياڻي.

**سوال:** موتي لعل جوتواڻي ڪهڙي عنوان سان شاهہ سائين تي ٿيسز لکي نالو ٻڌايو؟

**جواب:** Shah Abdul Latif, His Life and Work

**سوال:** ڪتاب Shah Abdul Latif, His Life & Work جو مقدمو ڪنهن لکيو آهي سندس نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ڊاڪٽر آر. ڪي داس گپتا.

**سوال:** ڊاڪٽر سنتداس جهانگياڻي جي ٿيسز ڪڏهن ڇپي؟

**جواب:** 1987ع ۾.

**سوال:** ڊاڪٽر سنتداس جي ٿيسز ڪهڙي عنوان سان ڇپي؟

**جواب:** Shah Abdul Latif and His Time

**سوال:** "ملڪ محمد جا سسئي اور شاهه عبداللطيف ڪي ڪوتا ۾ پريم ڪي ڀاونا" هنديءَ ۾ ايم فل لاءِ لکيل ٿيسز آهي سندس لکندڙ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ڪماري رڪمڻي.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: هل هيين سين هوت ڏي، سسي ڪڻ مَ ساڻ

**جواب:** جنئين پانيو پاڻ، سي آرياڻيا اوري رهيون.

**سوال:** ڪتاب "شاهه ۽ سنڌ" ۾ شاهه سائين بابت انگريزيءَ جا گهڻا مضمون/ مقالا شامل آهن؟

**جواب:** ٻه.

**سوال:** ڪتاب شاهه ۽ سنڌ جلد پهريون ۾ ٻه انگريزي جا مضمون/ مقالا شاهه سائين بابت آهن ليکڪن جا نالا ٻڌايو؟

**جواب:** ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ ڊاڪٽر قمر الدين بوهرا.

**سوال:** ڪتاب شاهه ۽ سنڌ جلد پهريون ۾ شامل اردوءَ جو مقالو/ مضمون "شاهه لطيف ڪا فلسفه غم" ڪنهن جو لکيل آهي؟

**جواب:** ڊاڪٽر فهميده حسين.

**سوال:** ڪتاب شاهه ۽ سنڌ جلد پهريون ۾ اردو جا ڪل ڪيترا مضمون/ مقالا شامل آهن؟

**جواب:** ٻه.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: اکر ڄُتي هيڪڙي، ٻهون جي نه ٻُجهن

**جواب:** ڪوهه ڪبو ڪي تن، سڄي سٽائي ڳالهڙي.

**سوال:** ڪتاب "سنڌي ثقافت ۽ شاهه لطيف" پي ايڇ ڊي لاءِ لکيل مقالو آهي سندس ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر.

**سوال:** سنڌي ادب جو سونهري دؤر ڪهڙي دؤر کي سڏيو وڃي ٿو؟

**جواب:** ڪلهوڙن جي دؤر کي.

**سوال:** ڪلهوڙن ڪُل ڪيترا سال سنڌ تي حڪمران ڪئي؟

**جواب:** 82 سال.

**سوال:** ڪلهوڙن کان پوءِ سنڌ تي ڪنهن جي حڪمراني قائم ٿي؟

**جواب:** ٽالپرن جي.

**سوال:** شاهه سائين جي زندگيءَ متعلق ڏنل احوال ڪهڙن ليکڪن جي اهم مستند سمجهيو وڃي ٿو؟

**جواب:** مير علي شير قانع، مير عبدالحسين سانگي ۽ مرزا قليچ بيگ.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: تن ساڏوهين سڌ مران، ڏنگا جنئين ڏار،

**جواب:** پُٽي ساڻ پتار، پائر پيرون چونديان.

**سوال:** شاهه سائين جو ٽڙ ڏاڏو شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو شاعري ۽ بزرگي کان علاوه ٻيو ڇا جي ڪري مشهور هو؟

**جواب:** هو زراعت پيشي جو وڏو ڄاڻو مڃيو پئي ويو.

**سوال:** شاهه سائين جي ولادت کان پوءِ سندن والد شاهه حبيب هالا حويلي ڇڏي ڪوٽڙيءَ ۾ رهائش پذير ٿيا سندن لڏ پلاڻ جو ڪهڙو سبب هو؟

**جواب:** اتي پنهنجي ويجهن عزيزن جي مخالف ڄاڻايو ويو آهي جڏهن ته ڪجهه ڪتابن ۾ خاندان جي پاتين ۾ واڌ جو سبب لکيو ويو آهي.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: ڪم ڪمندن ڪئيو، هارايو هوڙهن

**جواب:** چڪيو ناچوندن، هو جو ساءُ صبر جو.

**سوال:** ڪتاب "شاهه ۽ سنڌ جلد ٻيون" ۾ انگريزي جا ڪيترا مضمون/ مقالا شاهه سائين جي بابت آهن؟

**جواب:** چار.

**سوال:** ڪتاب "لات جا لطيف جي" مصنف جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** سليم پٽو.

**سوال:** ڪتاب "سنڌي ثقافت ۽ شاهه لطيف" گهڻن حصن ۾ ورهايل آهي ۽ انهن جا موضوع ٻڌايو؟

**جواب:** ٻن. پهريون "ثقافت جي معنيٰ ۽ مفهوم" ۽ ٻيو شاهه عبدالطيف جي ڪلام ۾ سنڌ جي ثقافت.

**سوال:** شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ڪيل لفظ سُهمَ جي معنيٰ ٻڌايو؟

**جواب:** طعنا ۽ تاب.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: نه ڪتا نه ڪوڪار، نه سي سڏ ٺارين

**جواب:** پنيو ڪٽي پار، جهنگل آهيڙين ڪي.

**سوال:** ڪتاب "پيغام لطيف" جو ليکڪ ڪير آهي؟

**جواب:** سائين جي. ايم. سيد.

**سوال:** شاهه ڪريم جي ڪرامتن ۽ ملفوظات تي مشتمل ڪتاب بيان العارفين جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ميان عبدالواسع ٽتوي.

**سوال:** ڪتاب شاهه عبدالطيف ڀٽائيءَ جون وايون ۽ ڪافيون جي سهيڙيندڙ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** سائين جي. ايم. سيد

**سوال:** بيت جي هيٺين آخري سٽ ٻڌائجي ٿي مٿيون ٻه سٽون لکي بيت مڪمل ڪريو؟ ڪميٽي ڪري، ڪارون ڪيچ ڏٺين ڪي.

**جواب:** اڌر، نڌر، ايري، ويچاري نه وري
لالن ڏي لطيف چئي، پُري پير پري.

**سوال:** شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ "مُصاحب" جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** صحبتي.

**سوال:** شاهہ ائين شاهہ عبدالڪريم بلڙي واري جي روضي لاءِ ڪاشي ڪٿان آندي هئي؟

**جواب:** ملتان مان پيڙيءَ رستي.

**سوال:** شاهہ عنايت رضوي نصرپور وارو جنهن سان شاهہ سائين جو واسطو بہ رهيو اصل ڪٿان جو هو؟

**جواب:** روهڙي.

**سوال:** شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال لفظ نَڪَٽَ جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** تارا.

**سوال:** ڪتاب شاهہ جا "سرمور" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** منوهر بختراءِ مٽلاڻي.

**سوال:** ڪتاب "شاهہ جا سرمور" ڪڏهن ۽ ڪٿان لکيو ويو؟

**جواب:** بمبي يونيورسٽيءَ مان 1989ع ۾ ماسٽر آف فلاسافيءَ لاءِ.

**سوال:** انگريزي ۾ ترجمو ڪيل ڪتاب Social contentin Shah Jo Risalo جي ترمي نگار جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** انور پيرزادو.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: مٿو مٿائين، گهوربان تو مٿان

**جواب:** سو مون ٿئي نہ هٿان، جنهن توں لائق مڱڻا.

**سوال:** شاهہ سائين هي لفظ ڪنهن کي چيا هئا: حشر ويل حساب ۾ ڪافر ڪيئن ڪندا؟

**جواب:** مدن ڀڳت کي.

**سوال:** "پٽ ڏيندي ٿٽ" هي لفظ ڪهڙي بزرگ ۽ ڪڏهن چيا هئا؟

**جواب:** هالن جو سجاده نشين مخدوم صاحب، جڏهن دڙي کي پڪي ڪرڻ لاءِ سوين ماڻهو ڪم ڪري رهيا هئا؟

**سوال:** سنڌي ڪلاسيڪي شاعري جي اڀياس تي مشتمل ڪتاب "لطيفي

لاٽ" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ميمڻ عبدالمجيد سنڌي.

**سوال:** سيد حيدر شاهه ڪيترو عرصو سنڌ ۾ رهڻ کان پوءِ واپس هرات ويا؟

**جواب:** هڪ سال پنج مهينا.

**سوال:** سيد حيدر شاهه وڃڻ وقت ڪهڙيون شيون نشاني طور پنهنجي گهر واري بيبي فاطمه/ سلطانه کي ڏنيون هيون.

**جواب:** ٽي شيون: منڊي، جڙاءُ ڄڀڙو ۽ هڪ ٻانهي جيڪا هرات کان آندي هئائين.

**سوال:** سيد حيدر شاهه سنڌ مان هرات وڃڻ کان پو، ڪيتري عرصي بعد لاڏاڻو ڪيو؟

**جواب:** 3 سال 27 ڏينهن کان پو.

**سوال:** سيد حيدر جي فرزند مير علي جڏهن هرات کان واپس سنڌ آيا ته سائن گڏ ڪير آيو هو؟

**جواب:** سندس ڀاجو شرف الدين.

**سوال:** عرس فقير ڏيرو جنهن جي نياڻي شاهه حبيب کي ڏنل هئي ڪنهن جي اولاد مان هو؟

**جواب:** حضرت غوث بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي خليفي قندر فقير جي ڏيري جي اولاد "ڏؤنرياٽ" لقب وارن فقيرن "ثابت" پوٽا نڪ مان هو.

**سوال:** شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ڪيل لفظ ولهارن جي معني ڇا آهي؟

**جواب:** ميدانن.

**سوال:** ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران شاهه سائين جي ٻه سئو پندرهين ورسي ڪڏهن ملهائي وئي؟

**جواب:** 14 ۽ 15 صفر 1387/ 25 ۽ 26 مئي 1967ع تي ڀٽ شاهه ۾ ثقافتي ڪميٽيءَ جي اهتمام هيٺ.

**سوال:** شاهه سائين جي ٻه پندرهين ورسي ۾ صدارتي تقرير ڪنهن ڪئي؟

**جواب:** مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ.

**سوال:** ڪتاب شاهه سچل ۽ سامي ڪنهن جو لکيل آهي؟

**جواب:** محمد ابراهيم جويو.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: جي پائين وس چران، ته سنگهارن سين لڌ،

**جواب:** ته هاچي سندي هڌ، ڪوڪ نه سٹين ڪڏهين.

**سوال:** ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران شاهه سائين جي ٻه سئو نائين ورسي ڪهڙي تاريخ تي ملهائي وئي؟

**جواب:** 28 ۽ 29 جولاءِ 1961ع تي.

**سوال:** ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران ملهايل سائين جي ٻه سئو نائين ورسي ۾ صدارتي خطبو ڪنهن پيش ڪيو؟

**جواب:** پير حسام الدين راشدي.

**سوال:** ڪتاب شاهه سچل ۽ ساميءَ جو ٻهربون ڇاپو ڪڏهن شايع ٿيو؟

**جواب:** فيبروري 1978ع ۾.

**سوال:** ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران شاهه سائين جي ملهايل ٻه سئو نائين ورسي ۾ ڪل ڪيترن ليکڪن مضمون/ مقالا پڙهيا؟

**جواب:** 18 اديبن.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو (جُز وڃايو جوڳئين، ڪُل سين آهين ڪم،

**جواب:** آسڻ جن عدم، آءُ نه جيئندي اُن ريءَ.

**سوال:** ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران ملهايل شاهه سائين جي ٻه سئو پندرهين ورسي ۾ ڪيترن اديبن مقالا/ مضمون پڙهيا؟

**جواب:** 13 اديبن.

**سوال:** شاهه سائين جي ٻه سئو ايڪيهين ورسي جي تقريب ۾ ڪهڙن

فنڪارن حصو ورتو هو؟

**جواب:** فقير عبدالغفور، فقير حسين بخش خادم، فقير يار محمد، پڳت تيئون مل، مصري خان جمالي، خميسو خان، علڻ فقير، اقبال جوڳي، استاد منظور علي خان.

**سوال:** شاهه سائين ۽ سئو ايڪيهين ورسي تي ادبي سيمينار ۾ سندس ڪهڙي سُر تي مقالا پڙها؟

**جواب:** سُر ساموندي.

**سوال:** شاهه سائين جي ۽ سئو ايڪيهين ورسي جي موقعي تي سيمينار ۾ ڪُل ڪيترن اديبن مقالا پڙهيا؟

**جواب:** 12 اديبن.

**سوال:** شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ڪيل لفظ سمڳئا جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** نوازيا.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: آتڻ اورانگهي ويا، ڪري ڪميٽي ڪيئن؟

**جواب:** هاڻ گهر جي هيٺن، تہ ڏجي باهه پنيور کي.

**سوال:** شاهه سائين جي 217 عرس مبارڪ جي تقريبن جو افتتاح ڪنهن ڪيو؟

**جواب:** مخدوم محمد زمان طالب المولي.

**سوال:** 217هين عرس جي موقعي تي سيمينار ۾ اديبن ڪهڙن عنوان تي مقالا پڙهيا.

**جواب:** سر ڪلياڻ جو مطالعو.

**سوال:** شاهه سائين جي 217هين عرس مبارڪ جي موقعي تي ”سر ڪلياڻ جو مطالعو“ جي مڪالمي هيٺ تقريب جي صدارت ڪنهن ڪئي؟

**جواب:** ڊاڪٽر نبي خان بلوچ.

**سوال:** شاهہ سائين جي شاعري ۾ استعمال ڪيل لفظ گاڙوڙين جي معنيٰ ڇا آهي؟

**جواب:** نانگ ڪي منڊبيندڙ جوڳين، حرفت بازن.

**سوال:** بيت مڪمل ڪريو: هر هر ڪن اهيس، ڏون ڏهائي ڏوٿيا،

**جواب:** جن نہ ماري ميس. ناٿ نہ نمي تن ڪي.

**سوال:** شاهہ سائين جي سوانح، رسالي ۽ راڳ بابت تحقيقي مضمون جيڪو ڪتابي صورت ۾ "شاهہ عبداللطيف" جي نالي سان ڇپيل آهي، مصنف جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ.

**سوال:** ڪتاب "مقالات الشعراءَ" جنهن ۾ شاهہ سائين جو احوال آندل آهي جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** مير علي شير قانع.

# سنڌ بڪ ڪلب پاران شايع ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. شيخ سعدي جا قول | چونڊ: الطاف ملڪاڻي | 30/- |
| 2. تون آهين ڪٿي خوشبو | صنوبر سيد | 100/- |
| 3. گرو رجنيش ليڪچرز | ترجمو: الطاف ملڪاڻي | 80/- |
| 4. زندگيءَ جو گيت | گرو رجنيش/ الطاف ملڪاڻي | 90/- |
| 5. ڪولمبو منهنجو پيار | عبدالعزيز نظاماڻي | 60/- |
| 6. وتائي فقير جون ڳالهيون | مرتب: دانش ضياءَ | 15/- |
| 7. حضرت علي جا قول | چونڊ: الطاف ملڪاڻي | 25/- |
| 8. جي. ايم. سيد جا قول | مرتب: سرمد لطيف | 30/- |
| 9. سچو ديشي پڪو ديشي | سهيڙيندڙ: راڻو ميگهواڙ | 60/- |
| 10. يڪتيءَ ۾ شڪتي | ڇبلداس ملاڻي | 50/- |
| 11. اوهين سڀ ننگا آهيو | ڪيرت ٻاٻاڻي | 50/- |
| 12. جلال چانڊيو | مرتب: دانش ضياءَ | 20/- |
| 13. زردشت | الطاف ملڪاڻي | 30/- |
| 14. ۽ سڪندر هارايو | الطاف ملڪاڻي | 30/- |
| 15. عشق ڇا آهي؟ | الطاف ملڪاڻي | 30/- |
| 16. لطيفي معلومات | مرتب: راز شاهاڻي | 40/- |
| 17. چونڊ قول | مرتب: راز شاهاڻي | 40/- |

## خط و ڪتابت لاءِ

پي. او باڪس نمبر-129

جي. پي. او. حيدرآباد. سنڌ 71000


شيخ سعديءَ جا قول
ترجمو ۽ ترتيب
الطاف ملڪاڻي
SBC


حضرت علي
جا قول
ترجمو ۽ ترتيب
الطاف ملڪاڻي
SBC

